

# تحفة الطاهرين

سوانح حيات ۽ سيرت

## حضرت خواجه محمّد طاهر

مدظله العالي بخشي نقشبندي

حصو پهريون

مؤلف

**بيدار موراڻي**

ڇپائيندڙ

ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا

هديه ٣٥ روپيا

سال: ١٤١١ھ

١٩٩١ع

حصو پهريون

اداره تبليغ روحانيه درگاه الله آباد شريف

ڪنڊيارو.

# پنهنجي پاران :

حمد باري تعالىٰ ۽ ثنائي نبي آخرزمان صلى الله عليه وسلم

کان بعد ـــــ آئون پنهنجي رهبر مرشد مربي حضرت قبله سچل سائين مدظله العالي بخشي نقشبندي مجددي الله آبادي جن جي احسان ۽ کرمنوازي جو اظهار واجب سمجهان ٿو ، جن جي نصيحتن ۽ مفيد مشورن سان گڏ خاص توجه ڪرم سان مون جهڙي ناقص عقل ۽ ڪم فهم کي هن ڪتاب تحفة الطاهرين لکڻ لاءِ آماده ڪيو.

آئون پاڻ تي تورڻي جنهن غفاري بخشي طاهري ڀاءُ ڊاڪٽر عبد الرحيم چنا بيدار طاهري جن جو احسان سمجهان ٿو جن هن ڪتاب جي ڇپائي جي خرچ لاءِ مالي مدد فرمائي .

آئون محترم جناب الحاج محمد سليمان صاحب مالڪ نفيس پرنٽنگ پريس کي به هن موقعي تي وساري نٿو سگهان جنهن پاڻ پتوڙي ، ڪافي ڪوشش ڪري ، ڪتاب کي نهايت سهڻي نموني سينگارڻ ۾ منهنجو سات ڏنو .

آخر ۾ انهن ڪرم فرمائن جو ٿورائتو آهيان ، جن ڪتاب لکڻ ، ڇپائڻ ۾ هڙؤن پاوڙؤن منهنجي مدد ڪئي آهي .

شال الله تعالىٰ کين جزاءِ خير عطا فرمائي . آمين ثم آمين -

بيدار موراني

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## سلسلہ عاليہ نقشبنديہ مجدديہ فضليہ غفاريہ بخشيہ طاهريہ

### تصنيف لطيف؛ حضرت خواجہ محمد طاهر بخشي مدظلہ العالي

سڀ ثنا مخصوص ذاتِ ڪبريا جي واسطي.
سَوَ سلام ۽ سَوَ صلواتون مصطفيٰ جي واسطي.
ٿئي عطا صدق وصفا صديق اڪبر جي طفيل،
حب پنهنجي ڪر عطا هن  با وفا جي واسطي.
صدقي سلمان فارسيءَ جي ڪرڪرم پنهنجو ڪريم ،
حضرت قاسم امام الاولياء جي واسطي.
حضرت جعفر صحابي نفس مون مغلوب ٿئي ،
قطبِ عالم بايزيد بادشاه جي واسطي.
خواجہ خرقاني ابو الحسن شهنشاهِ اولياء،
پير پيران ابو القاسم باخدا جي واسطي .
صاحبِ فيض و فضيلت بوعلي شيخ الوريٰ ،
خواجہ بويوسف ٻلاري باحيا جي واسطي.
خواجہ صاحب عبدالخالق غجدواني اولياء.
شيخ عارف ريوگري من حق نما جي واسطي.
حضرت محمود صدقي عاقبت محمود ڪر.
پير علي رَامِتَني مردِ خدا جي واسطي.
خواجہ ٻابا سماسي مردِ فاضل باڪمال ،
شاهہ شمس الدين سيد شهنشاهہ جي واسطي.
غوثِ اعظم قطبِ عالم شهنشاهہ نقشبند،
شاهہ بهاؤ الدين بخاري دلربا جي واسطي.
دل منهنجي ٿئي اسم اعظم سان منوّر يا خدا،
پير علاؤ الدين عابد بي ريا جي واسطي.
حضرت يعقوب صدقي مشڪلاتون معاف ڪر.
پير عبيدالله افضل اولياء جي واسطي.
حضرت زاهد جي صدقي زهد ڪامل ٿئي نصيب،
سائين دَرويش محمد مقتديٰ جي واسطي.
خواجہ امڪنڪيءَ جي صدقي گريہ زاري ٿئي عطا،
خواجہ محمد باقي بالله باصفا جي واسطي.
شهنشاهِ اولياء نائب جناب مصطفيٰ ،
حضرت خواجہ مجدد مهربان جي واسطي.

حضرت معصوم صدقي عشق كامل ڏئي نصيب،
سائين سيف الدين رهبر ، رهنما جي واسطي.
حضرت مُحسن جي صدقي معاف منهنجي كر خطا،
پير كامل نورمحمد پارسا جي واسطي.
سائين حبيب الله شهيد مرزا مظهر جانِ جان،
خير خواهہ خواجہ غلام علي خوش ادا جي واسطي.
بوسعيدِ شيخ احمد دهلوي غوث زمان،
فاروقي احمد سعيد شمس الهديٰ جي واسطي.
دوست تنهنجو يا الاهي دوست محمد دلربا،
حضرت عثمان تاركِ ماسويٰ جي واسطي.
حضرت محمد لعل شاه ۽ سراج الدين سائين ،
دل جي ظلمت دور ڪئي هن مه لقا جي واسطي.
فيض فضلي جو وسي ٿو عجم، عربستان ۾،
فضل ڪئي ، فضل علي، فضلِ خدا جي واسطي.
نائب خير الوريٰ ، حضرت خواجہ محمد عبدالغفار،
مهر ڪئي مسڪين تي هن مهربان جي واسطي.
ابرِ رحمت ، شاهِ شفقت ، خواجہ الله بخش سائين،
هي دعا مقبول ڪئي قطب الوريٰ جي واسطي.
مال ملڪيت جي محبت قلب مان زائل ڪئي،
پير هادي الله آبادي پر جهلا جي واسطي.
شيخ ڪامل ۾ فنائيت ۽ محبت ڪئي نصيب.
پير ڪل راضي هجي هن بي نوا جي واسطي.
ياخدا تنهنجو ڇڏي در ٻيو ڀلا ڪاڏي وڃون،
رحم ڪر اي راحمين پنهنجي سخا جي واسطي.
يا الاهي تنهنجي رحمت جو ڪنارو ڪونہ آ،
پياس دل جي دور ڪر پنهنجي عطا جي واسطي.
يا الاهي بحرِ عصيان غرق آهيان صفا ،
ڪرم سان ڪئي دستگيري مبتلا جي واسطي.
ڪر عطا مونکي سعادت دين دنيا جي تمام،
سيد الڪونين خاتم انبياء جي واسطي.
عرض عاجز محمد طاهر جو ڪئي ڪل مستجاب ،
جملہ ڪامل اولياء ۽ اتقيا جي واسطي.
آمين يا رب العالمين
وصلي الله تعاليٰ علىٰ حبيبه سيّدنا محمّد وآله واصحابه اجمعين

حضرت قبله سجڻ سائين مد ظلهٗ

درگاه الله آباد شريف

# حقيقت حال جي

بيدار صاحبؒ پنهنجي دل ھڻان مجبورتي ۾ هي ڪتاب بنام تحفة الطاهرين تحرير ڪيو آهي، جنهن ۾ مون سڀني گنهگار جي ناقص ۽ نامڪمل تبليغي ڪوشش، نيد پڻ جي حالات ۽ ديگر واقعات کي هڪ جاءِ گڏ ڪيو آهي. سندس تحرير ڪرده ڪتاب جي هڪ هڪ سٽ ۽ هر هڪ اکر مان مون نااهل سان سندس بي انتها عقيدت ۽ محبت جو اظهار ٿئي ٿو. هي عاجز بنا ڪنهن تواضع ۽ انڪساري جي حقيقت حال عرض ڪري ٿو ته پنهنجي ذاتي اصلاح سان گڏ تبليغي فرائض کي پورو ڪرڻ مون مسڪين جي وس کان ٻاهر آهي ۽ هي عاجز انهي سلسلي ۾ ڪجهه به نه ڪري سگهيو آهي. اگر ڪامل پنهنجو قرب ڪري ۽ مون نااهل کي اهل بنائي پنهنجي بي پايان فيض ۽ سخاوت ڪجهه حصو عطا فرمائين ته پوءِ ڪا مشڪل ڳالهه نه آهي.

جيئن جي تيئن ته ٻه ٻانهي ٻار وچڻ جيئه ؛
حجت هوته پنهنجي سينه مرن ڪسيڙي ڪيئي ؛
اصل آري جام جي پلئه آئون پيئي ؛
هوت جا پائين پيرم ؛ تنهن جتيءَ نه جيهي ؛
۽ ساريه ويهي، تن ڪيچن کي ڪيئن رهان .

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ! تبليغي ڪم ۾ ترقي آهي. هي سڀ ڪمال منهنجي مرشد مربي مهربان مٺا سائين رحمة الله عليه جن جو آهي. سند نه فيض ۽

نگاهه جو اثر آهي، سندن دعائن جو ثمر آهي ۽ ان کان سواءِ سندن نيڪ صالح، مخلص متقي خلفاء ڪرام جي تبليغي ڪاوشن جو نتيجو آهي. الله تعالىٰ خلفاء ڪرام کي وڌيڪ تبليغي جذبو عطا فرمائي ۽ سندن جي صدقي هن نا اهل مسڪين تي به رحم فرمائي ۽ منهنجا گناهه معاف فرمائي، نيڪي جي توفيق عطا فرمائي.

**بيدار مورائي** واقعي بيدار آهي. سندس دل بيدار، سندس دماغ بيدار، سندس عشق بيدار، سندس وفا بيدار، سندس اخلاص بيدار ۽ بيدار جو ڪردار هر طرح سان بيداغ آهي. جسماني لحاظ کان ڪمزور، نحيف، لاغر مگر سندس محبت هر دم جوان. هي ملجز کهڙي به مشڪل کان مشڪل سفر تي هجي ته هجي ڪيترو به ڊرائيونگ ڪندڙ هجي مگر بيدار صاحب جيڪو مجسمهٔ محبت آهي، جل جهاڳي ڏونگر ڏوري، بڪ اچ برداشت ڪري ضرور پهچندو آهي. بقول شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه

يار سڃاڻي سيڪو، جاڻي زباني ؛ آهي آساني، ڪم نه ٿيئي ڪل پوي

**بيدار صاحب** خاموشيءَ ۾ گهڻو ڪجهه ڪندو رهي ٿو ۽ جيڪي ڪجهه ڪري ٿو، پنهنجي ذاتي مفاد واسطي نه بلڪ جماعت واسطي، تبليغ واسطي، الله تعالىٰ جي رضا واسطي ئي ڪري ٿو. اهڙا فرد پوري جماعت لاءِ هڪ نعمت آهن ۽ انهن جي زندگي قيمتي سرمايو آهي. ع رونق بزم سخن گو ہم نہیں ؛ اٹھ گئے تو پھر بہت یاد آئیں گے

جميع جماعت اهل ذڪر جي خدمت ۾ گذارش آهي ته پنهنجي صبح و شام کي الله تعالىٰ جي ذڪر ۽ محبت ۾ گذاريو. پنهنجي راتين کي الله تعالىٰ جي بارگاهه ۾ گريه زاري، رڪوع سجود سان پُرنور بڻايو. زندگيءَ جي هر شعبي کي سنت رسول صلى الله عليه وسلم مطابق بڻايو. طريقه عاليه نقشبنديه ۾ هڪ تمام اهم ڳالهه اتباع سُنت آهي. حضرت قبله مرشدنا سوهڻا سائين رحمة الله عليه جي سيرت جو گهري غور و فڪر سان مطالعو ڪريو ۽ پنهنجي عادت، اخلاق کي ڪاملين جي سيرت ۽ صورت مطابق بڻايو. هن ناچيز سياهه ڪار کي هر وقت دعاءِ خير ۾ ياد ڪندا.

داستانیں لکھ کے رکھ لو، چند عنوانوں کے ساتھ ؛
پھر یہ باتیں ختم ہو جائیں گی دیوانوں کے ساتھ۔

وَمَا عَلَيْنَا إِلَّا الْبَلَاغُ

ڪاتب فقير محمد طاهر مجددي نقشبندي



ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا
بيدار طاهري ،ڪنڊيارو

مالهو سڀ نہ سهڻا پکي سڀ نہ هنج ،
ڪنهن ڪنهن مالهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

چوڻ سولو هوندو آهي، ڪرڻ ڏايو ڏکيو هوندو آهي.
**مولوي فتح محمد موراڻي**، جيڪو چوندو آهي، سو ڪري ڏيکاريندو آهي. لکڻ جو ڪيس ڏايو شوق رهيو آهي. ائين سرسري لکڻ تہ سولو آهي، پر هت جيڪا جاکوڙ، جُستجُوءِ محنت ، موراڻي صاحب ڪئي آهي، سابہ تحقيق ۽ تصديق سان. تنهن جو ڪو جواب نہ آهي. پئسي جي لالچ ۾ تہ ڪيترائي، يا ائين ڪٿي چئجي تہ سيئي پيا، لکن، پر بنا لالچ جي لکڻ، موراڻي صاحب ڪان ڪو سڪي، وڏي ڀاڳ وارو آ مولوي صاحب، جنهن کي، منهنجي مرشد، مربي حضرت سچڻ سائين جي، سوانح حيات لکڻ نصيب ٿي. اها سعادت انشاءالله تعاليٰ وڏي مقبوليت، عظمت ۽ شان واري آهي.

**مولوي صاحب** ڪيترائي ڪتاب ڇپرايا آهن. ڪيس عام مسلمانن جي اصلاح خاطر، اسلامي ڪتاب لکندي، ڪيترائي سال ٿي ويا آهن. ڪتاب ۽ مقالا وغيره اهڙي تہ سهڻي نموني لکندو آهي، جو جڏهن پڙهڻ لاءِ ويهبو آهي تہ ڪتاب يا مقالو، پوري ڪرڻ کان اڳ، ہٿي ڪم ڪرڻ تي دل ئي نہ چوندي آهي. ڪيس الله تعاليٰ طرفان لکڻ جي اهڙي عظيم عنايت، روشن دماغ ۽ دردمند دل مليل آهي، جنهن جو بيان لفظن ۾ ممڪن ئي نہ آهي. لکڻ جو ڪيس، عشق جي حد تائين جنون هوندو آهي. الله تعاليٰ ڪيس اڃان بہ وڌيڪ نعمت سان نوازي. آمين.

مورائي صاحب جو هن سوانح حيات کي نت نئين نموني، نواڻ ۽ نزاڪت سان، هر سال جي واقعات جي لحاظ سان لکڻ، ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. تمام گهڻي ڪوشش، محنت، سوچ، سمجهه، تحقيق، تجسس، پيار ۽ پابوه مان، هن راتين جون ننڊون ڦٽائي، ڏينهن جو ڀيا ڪم ڪار سيڙائي، جماعت جي خاص خاص فردن، خليفن، مولوين، عالمن ، استادن، طالبن، عاشقن ۽ تجربيڪار ماڻهن سان ملي، انهن جا خيالات، رايا ۽ تجويزون وٺي، مورائي صاحب هن سوانح حيات کي نت، نئين نواڻ بخشي "نورٌ عليٰ نُورُ" يا ڪير ۾ کنڊ ملائي، چار چنڊ لڳائي، نهايت ئي مزيدار ۽ سهڻو بنائي ڇڏيو آهي. سوانح حيات کي ڇپرائڻ لاءِ وري پَيُ ڊڪ. حيدرآباد ڪراچي جي پريسن جا چڪر، ڊزائينرن، مصورن، ڪتابت وارن سان ملڻ، هن غريب پر وڏي جگر واري ماڻهوءَ جو ئي ڪم آهي، جهڙي تهڙي جي پهچ جي بات نه آهي.

مورائي صاحب سوانح حيات جي روپ ۾، حقيقت ۾ هڪ عظيم تحفو مرتب ڪيو آ، جيڪو هر جماعت جي ماڻهو خواهه، سهڻي عقيدي رکندڙ لاءِ هڪ راهه هدايت، ثمر حيات ۽ مشڪ جي مهڪ آهي، دل ٿي چئي هن ملهه ماڻڪ ڪتاب کي سدائين سيني سان لايو پيو گهمجي. بقول شاهه ڀٽائي.

يا تہ رهجي پرينءَ وٽ يا پرينءَ جي پچار،
انهن ٻنهي کان ڌار تادر ڪنهن کي نہ ڪري.

هيءَ سڄڻ سائينءَ جي ياد ڏياريندڙ سوکڙي، سدائين سانڍ رکڻ جهڙي سون وَرني سونهن ۽ سرمايو آ. سوانح حيات کي پڙهندي دل کي جيڪو سڪون، تازگي ۽ قرار ٿو ملي، تنهنجو اندازو ئي نہ آهي. ائين ٿو سمجهه ۾ اچي، ڄڻ ڪر

انسان جي صورت ۾ فرشتو. اسان جاهلن، عيبدارن، جاهلن،
پليل ۽ پتڪيلن لاءِ هدايت جي راهه بنجي آيو آهي. سچڻ سائين
ننڍڙي عمر ۾ ئي عقل سليم، اعليٰ اخلاق ، اتم آداب، اعليٰ مانڪ
عادت، سهڻا خيال ۽ سهڻي سوچ رکندا هئا. جيڪي ڪنهن ازلي
سعيد جي حصي ۾ ايندا آهن. سچڻ سائين، ننڍڙي عمر ۾ ئي،
سهڻا سائين جي وصال کانپوءِ، رب جي راضپي واري شهنشاهي
تي گادي نشين ٿيا. بقول شاعر:

" خدا جب حسن ديتا هے نزاکت آهي جاتي هے"

اهيا حقيقت آ تہ هن ننڍي عمر ۾ هيڏي ساري لکن جي
جماعت کي سنڀالڻ، انهن جا ڏک سور ٻڌڻ ۽ انهن جو ازالو
ڪرڻ، هر سائل کي هتان خالي نہ موٽائڻ، هر مصيبت زده جي
مشڪل دفع ڪرڻ، هر پتڪيل کي راهه راست تي آڻڻ، هر رئندڙ
کي کلائڻ، هر مظلوم کي ظالم کان نجات ڏيارڻ. ڦٽڙو غريبن
جو غمگسار، هيڻن جو همراهه، يتيمن جو يار. محبت موجُ ۽
مستي ڏيندڙ، پيارجا پنجوڙ پارائيندڙ . دل ۾ سک ۽ سونهن جا
سڙيل سلا سرسبز ۽ شاداب ڪندڙ، مدنيءَ جي فيض سان تلبن
کي پرپور، پُرنور، مخمور، معمور ۽ مشڪرز ڪندڙ، بي قرار دل
کي قرار ڏيندڙ، بي سڪونن کي سڪون ڏيندڙ، سونهن جو
صاحب، سخي ۽ غني، ڪامل ۽ اڪمل وليءِ خدا. سچ پچ تہ
مدنيءَ جو نائب ئي تي سگهي ٿو.

شريعت ۽ طريقت جو صاحب، سنتِ نبوي جو پابند،
اسلام جو اعليٰ نمونو، الله تعاليٰ جو عاشق ۽ مدنيءَ جو
معشوق. جيڪڏهن ڪنهن کي ڏسڻو هجي تہ بلاشڪ درگاهہ
الله آباد ۾ منهنجي مرشد **سچڻ سائين** کي اچي. محبت
۽ عقيدت سان ڏسي. انشاء الله تعاليٰ روح کي راحت، من کي مزو

۽ موج نصيب ٿيندي، سيني کي سڪ، تن کي تندرستي ۽ جان و جسم کي جذب ملي ويندو. سندس زيارت سان رب جي ياد اچي ويندي آهي. سبحان الله بيشڪ مٿيون سڀ حقيقتون آهن ۽ ڇو نه ٿين؟ سچڻ سائين جي ساري زندگي، دين اسلام لاءِ وقف ڪيل آهي. رات ڏينهن ان سوچ، فڪر ۽ ڳڻتي ۾ ٿا گذاران ته ڪيئن امت محمديءَ جي اصلاح ڪجي. ان سلسلي ۾ ڪٿي يارهيون، ڪٿي ستارهيون، ڪٿي عام جلسا، ڪٿي خاص جلسا، ڪٿي افطار پارٽيون، ڪٿي ساليانه پارها يا جلسا مطلب ۽ مقصد ته ماڻهن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان گڏ ڪري، الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول جي احڪامن کان واقف ڪري، انهن جو پابند بڻائجي، نفس ۽ شيطان جي چنبي کان ڇڏائجي، بيمار دلين کي شفا ڏئي، بهشتي بنائجي. جڏهن سندن در تي ايندڙ عاشق، قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي آڏو حاضر ٿين ته ڪين اعمالنامہ ساڄي هٿ ۾ ملن، سندن چهرا، چوڏهينءَ جي چنڊ جيان نور سان پيا چمڪن، سڀ ماڻهو انهن کي ڏسي دنگ رهجي وڃن. الله جي پيارن کي نوراني منبرن تي ڏسي ماڻهو عجب وچان پڇن ته ڇاهي نبي، صديق يا شهيد آهن؟ جواب ملندو ته ، نه آهي نبي، نه شهيد آهن بلڪ هي اهي امتي آهن جن اسلام جي خاطر هڪ ٻئي سان محبت رکي ۽ دين جي خاطر بي دينن کان پري رهيا. اهڙن امتين کي مدني سرڪار ڏسي فخر ۽ خوشيءَ وچان، پنهنجي دامن ۾ لڪائي ڇڏيندا، انشاء الله.

دعا آهي ته الله تعاليٰ، سچڻ سائين جرن ديني دنوي ظاهري جسماني باطني سڀ تڪليفون دور فرمائي کين صحت ڪاملہ عطا فرمائي کين خضري حياتي نصيب فرمائي تاقيامت اسان گنهگارن تي سندن سايو رهي، هن عاجز جي عمر بہ الله



تعاليٰ کين ڏيڻ فرمائي. سندن تبليغ جو دائرو، اڄان وسيع کان وسيع تر بلڪ وسيع ترين ٿئي. سندن سايہ شفقت ۾ سيني مومن مسلمانن جي اصلاح ٿئي ۽ غير مسلم ساري دنيا جا، اسلام جي دائري ۾ اچي وڃن. دعا آهي تہ هي بزرگن جو آستان درگاه الله آباد شريف قيامت تائين، راه هدايت جو سامان ٿئي. سڄڻ سائين، سهڻا سائين جي گهر وارن، ٻچڙن کي الله تعاليٰ صحت سهڻي، صالح اخلاق و آداب ۽ ساري جڳ جو اڳواڻ ۽ رهبر ڪرڻ فرمائي. آمين.

منصور ويراڳي هالا

# ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه....:

.......ماڻهو ته مڙيئي مَلهائتا ، مگر املهه انسان اهي ، جيڪي توحيد ۽ رسالت جي راهه ۾ پتنگ جيئان پاڻ پچائين۽ محبت جو ميدان ملهائين، نفرت جون ديوارون ڊاهي ترپٽ ڪن ۽ شرڪ توڙي بدعت جي پڙڪندڙ باهه اجهائي ملڪ مڙيوئي ملير بنائي ڇڏين.

پلا جتي ڪلمه طيب جي تار سان توحيد جي تنوار هجي ۽ محبوب مصطفيٰ ﷺ سان الفت جو اظهار هجي، اتي الله ڇو نه ياد اچي- !!

الله وارن جا آستانا اهي ئي آباد آهن، جتي واليءَ جي وحدت ۽ عظمت جاآثار نمايان ۽ نروار آهن . ات پنائي جي چوائي آهي "نعرا نينهن جا، بلند هوندا آهن ".

وحده لاشريڪ له ، جان تو چوين اينءَ،
تامج محمد مصطفيٰ، نرتئون منجهان نينهن،
پوءِ تون وجيو ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين ڪي .

اهڙن ڏٺيءَ ڏٺن الله وارن جي زندگيءَ جا داستان ڪيڏا نه دلڪش ۽ دلنشين آهن . جن پنهنجي حياتيءَ جون پياريون ۽ قيمتي گهڙيون وقف ڪري ڇڏيون آهن الله جي راهه ۾! سندن زندگيءَ جي قابل رشڪ ڪارنامن کي هڪ هنڌ سهيڙي سڪ جي سالڪن ۽ حق جي طالبن کي تحفي طور پيش ڪرڻ به هڪ سٺو سُونهن آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ محترم "بيدار موراڻي"، کي هي ڪتاب بعنوان " تحفة الطاهرين " سهيڙڻ جي سعادت حاصل

تي آهي، جنهن ۾ هڪ انهيءَ دلبر جوان جو داستانِ حيات، قلمبند ڪيو ويو آهي، جنهن جو نام نامي اسم گرامي آهي "محمدطاهر" ڪيڏو نه من موهيندڙ ۽ نينهن نار نانءُ ! سندن نالي اڄارڻ سان ئي پيار جي ساگر ۾ اٿل پٿل اچيو وڃي . سندن والد ماجد حضرت خواجه الله بخش سان رهائيون هيون ته رغبت به ! وابستگيءَ جو اهو رشتو انهن بنيادن تي ٻڌل هو ، جيڪي مالڪ سائين تي روشن آهن ۽ انهيءَ ساڳي سطح تي محترمي مولانا محمد طاهر صاحب سان روح جو ريلو آهي .

پاڻ ننڍي ڄمار ۾ ئي ذڪر فڪر ڀري زندگي ، جون ڪلن گهڙيون گهاري وڏي منزل ماڻي اٿس . اهو سمورو وچور فاضل ليکڪ پاران ڀائري وانگيان سن ۽ تاريخ وار هن سوکڙيءَ ۾ سهيڙيو ويو آهي . اهو بلاشڪ هڪ وڏي جاکوڙ جو ڪم آهي، جنهن لاءِ بيدار صاحب ڪيرون لهڻيون .

سچ ائين آهي ته :

ماڻهو مڙيئي نه سهڻا ، پکي مڙئي نه هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه ، اچي بوءِ بهار جي .

١١ ذوالقعد ١٤١١هه

منصورويراڳي

عبدالحکیم ارشد
نوابشاھ

# الله آباد تي نور جي تجلي

زندگيءَ ۾ مون کي پنھنجي بي عملي تي ندامت جو شديد ترين احساس ان وقت ٿيو، جڏھن منھنجي مشفق ۽ مھربان دوست ۽ منھنجي پراڻي ساٿي جناب بيدار موراڻي صاحب جن مونکي انتھائي حجت، اصرار ۽ پنھنجائپ جي پُر خلوص جذبن سان چيو تہ سندس ترتيب ڏنل ڪتاب " تحفة الطاھرين " تي، جيڪو سرزمين سنڌ جي عظيم المرتبت روحاني ھستيءَ، سلسلہ نقشبنديہ غفاريہ جي ڪامل ولي ۽ عارف بالله قبلہ سچو سائين جن جي سوانح حيات، علمي ۽ عملي ڪارنامن، روحاني ڪمالات ۽ فيوضات جي باري ۾ مختلف عنوانن تي مشتمل ساھہ سان سانيڻ جھڙو روحاني تحفو آھي، اتي ڪجھہ سٽون بطور تعارف ۽ مھاڳ جي لکان !! منھنجي ادبي زندگيءَ جو ھي پھريون ۽ اھم واقعو آھي، جو مون ھن ڪتاب تي لکڻ لاءِ قلم کنيو تہ قلم ھٿ مان ڇڏائجي ويو ! سمورا لفظ، تشبيھون، ۽ تمثيلون ساٿ ڇڏي ويون آھن . ھن ڪتاب ڏانھن منسوب عظيم روحاني شخصيت جي حضور نہ رڳو منھنجي ذات بيوس بڻجي چڪي آھي ، پر منھنجو سڄو سارو وجود ڇيھون ڇيھون ۽ پرزا پرزا ٿيندو محسوس ٿي رھيو آھي . انءِ ۽ سندن سوانح مبارڪ تي ڪجھہ لکان ؟؟ آئون ھن ڪتاب جو تعارف ڪرايان -؟؟ سوچيان ويٺو تہ :

منھنجي ذھن جي پردي تي سلسلہ نقشبنديہ غفاريہ جا ھي نہ مٽجندڙ نقش ابري آيا آھن . جن جو سلسلو تقريبا ھڪ صديءَ کي محيط آھي، سنڌ ۾ مھر ۽ محبت، رحمت، ۽ برڪت جا

جيڪي پريل ڪڪر درگاهہ رحمت پور شريف کان هليا هئا ، سي درياء جي پرين پر درگاهہ فقير پور شريف جي مٽيء کي مهڪائيندا ، هاڻي الله آباد شريف تي سايہ فگن آهن ،منهنجي قلم کي ڪهڙي مجال آهي ، جو هن عظيم سلسلي جي عظمت کي پرکي سگهي ۽ ان جي قدرتامت کي ڪٿي سگهي ، ڪوہ هماليہ جي دامن ۾ چرندڙ ڪول کي ڪهڙي خبر ؟ تہ هن جبل جي رفعت ۽ وسعت ڇا هي ؟ روحاني نفسيات جي هڪ طالب علم جي حيثيت سان آئون هن عظيم روحاني سلسلي جي اٿڪ ۽ طويل سفر جي راهن ۾ خدا جي هنن برگزيده بندن ۽ بزرگن جي قدمن جي نشانين ۽ اهڃاڻن کي پنهنجي پيشاني سان چمي فقط ايترو ئي چئي سگهان ٿو تہ !۔

تيري معراج کہ تو لوح و قلم تک پهنچا
ميري معراج کہ مين تيري قدم تک پهنچا!

زندگيء جي سفر ۾ ڪجهہ سال مونکي ڪن اهڙن فقيرن سان گڏ رهڻ، ڪين تمام ويجهو تي ڏسڻ جو موقعو مليو هو، جنهن جو تعلق درگاهہ الله آباد، سان آهي عام ماڻهن ۾ رهندي بہ انهن کان بلڪل نرالا انسان ، دنيا کان بيگانہ، الله جي عشق جا مستانا، شريعت جا پابند ، طريقت تي مستحڪم ، نوراني چهرا ، روحاني وجود، حرام کان پڃنڊڙ ۽ رزق حلال جا طلبگار !! هميشه ذڪر ۽ فڪر ۾ رُتَلُ فرض تہ فرض تهجد بہ نہ گسائيندا هئا! جلهن بہ ڏسون تہ انهن جي زبانن تي هميشه ئي سرمدي صدا جاري هوندي هئي!الله ۔ الله الله، الله، الله ئي الله!! ايهائي وائي وات هوندي هين ، ايهائي طلب تات هوندي هين، سندن زندگين جو مقصود بہ الله ، سندن بندگين جو معبود بہ الله ، سندن محبتن ۽ چاهتن جو مرڪزي آئيڊيل بہ الله ! سندن سلام بہ

الله ، سندن ڪلام ۾ الله ، سڏ ۾ الله ، سندن حال ۾ الله ، سندن قال ۾ الله ، سندن ذڪر ۾ الله ، سندن فڪر ۾ الله ، سوچ ۾ الله ، ساڃاهه ۾ الله، ساهه ساهه سان الله، رڳ رڳ مان الله ، تن من جي تنوار الله، واپار ۾ به الله، ڪاروبار ۾ به الله، وهنوار ۾ به الله، گفتار ۾ به الله، ڪردار ۾ به الله، گهر ٻار ۾ به الله، الله جي اسم جي ورد ۽ ور ونهن جي برڪت سان سندن چهرا منور ۽ روح اجرا ٿي چڪا هئا ! سندن پيشانين مان نور جا ڪرڻا نروار ٿيندا رهندا هئا. ائين ٿي لڳو ڄڻ ته هنن پنهنجي دلين جي تختين تان غير جا نقش مٽائي نور جي ڪرڻن سان اسم اعظم الله لکي ڇڏيو هجي، خلوت توڙي جلوت ۾ هنن فقيرن کي پنهنجي مرشد ڪريم جي آڳرين سان لکيل انهيءَ اسم اعظم جي مطالعي ۾ مون هميشه انهن کي مستغرق ۽ محو ڏٺو. جڏهن هي فقير حلقو ٻڌي ، مراقبي ۾ ويهندا هئا ته ان وقت انهن جو وجد ، ڪيف ، مستي ۽ سرمستي ، حال ۽ استغراق هر ڏسندڙ کي ايڏو ته متاثر ڪندو هو جو ڪڏهن ڪڏهن مون جهڙي پٿر دل ۽ بيحد بدبخت گنهگار انسان جي دل مان به بي اختيار نڪري ويندو هو ، الله ! بيشڪ ۽ بلاشبهه آهي به الله ۽ هوندو به الله !!

اڄ اسان جو معاشرو جنهن المناڪ اضطراب ، نفسا نفسي، روح جي بيچيني ۽ عدم تحفظ جي عذاب اليم ۾ مبتلا آهي ، ان جو بنيادي ڪارڻ ايهو آهي ته اسان الله سان پنهنجي روح جو رابطو ڪاٽي ڇڏيو آهي . اسان روح جي تقاضائن کي نظرانداز ڪري ، انهن تي نفس جي خواهشن کي ترجيح ڏني آهي. ماديت اسان جو مذهب ۽ دولت جو جائز يا ناجائز ارتڪاز اسانجي زندگيءَ جو مقصود بڻجي چڪو آهي ، الله ته اسان کي پستين جي پاتال مان ڪڍي ، بلندين ۽ فلڪ الافلاڪ جي انهن

رفعت تي پهچائڻ ٿي چاهيون، جتي پهچي اسان جي قدمن هيٺ سڄي ڪائنات هجي ها! اسان دنيا پرستيءَ جي اهڙي ته ڌٻڻ ۾ ڦاسي پيا آهيون ، يا ڄاڻي واڻي پاڻ ڦاسايو اٿئون ، جو هاڻي اسان جو هر قدم فنا ، نيستي ، نابودي ، تباهي ، بربادي ۽ تنزل ڏانهن انتهائي تيزي سان کڄندو پيو وڃي . اسان جي روحاني بصيرت تي مضبوط پردا چڙهي ويا آهن ، اسان جا قلب ڪٽجي ويا آهن ، جهنم اسان جي اکين آڏو آهي ، اسان جي پويان ، سڄي ۽ کٻي آهي نه پر اسين ڪيس ڏسي نٿا سگهون . اسان هڪ اهڙي رڃ - سفر جا پانڌيئڙا آهيون ، جتي اسانجي روح جي اُڃ وسامي سو ته ڇهيو پر ڪو به ڇپرڇانءُ ناهي زندگيءَ جي موجوده رڃ سفر ۾ هر شخص پنهنجو پاڻ کي ويڳاڻو ، اداسي ۽ تنها تنها محسوس ڪري رهيو آهي. ڪنهن کي بہ ڪو سڪون، قلب جو اطمينان، دم دلاسو ڏيڻ ۽ سهارو ناهي، اڄ جو انسان جيڪڏهن امن ۽ عافيت جو متلاشي آهي ، اڄ جي انسان کي جيڪڏهن دل جو سڪون ۽ روح جو اطمينان گهرجي تہ ڪيس پنهنجي اندر روحاني خلا کي پرڻو پوندو. ياد رکڻ گهرجي تہ جيستائين اسين پنهنجي اندر نفسياتي انقلاب نہ آڻينداسين، جيستائين اسان جي دلين جي دنيا ۾ داخلي انقلاب نہ ايندو ، جيستائين اسان جي فڪر ۽ نظر جا زاوياند بدلبا، تيستائين معاشري ۾ خارجي تبديلي جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي . الله جي ذات ۽ سندس صفات تي جيئن جيئن اسان جو محڪم يقين، پختو ويساهہ ۽ غيرمتزلزل ايمان وڌندو ويندو تيئن تيئن اسين محدود دنيا جي تنگ دائرن مان نڪري، بحر بشريت لامحدود ۽ آفاقي بنباسين، الله جي تائيد، مدد ۽ نصرت، ساٿ ۽ سهڪار هميشہ کان ولي اهڙن ماڻهن سان رهيو آهي، جيڪي هميشه ڪيس ياد ڪندا رهن ٿا !

هي ڪتاب "تحفة الطاهرين" فقط ڪو تاريخي
تذڪرو ناهي . هي ڪتاب اسان جي سامهون هڪ عظيم روحاني
هستي جي فڪر ۽ عمل ، جهد ۽ ڪاوش جو هڪ عملي نمونو
پيش ڪري ٿو. انهيءَ لحاظ سان هي ڪتاب بلاشبه اهلِ دل ، اهلِ
بصيرت ۽ اهلِ نظر انسانن لاءِ روحاني تحفي جي حيثيت رکي ٿو.
عظيم انسانن جي تاريخ پوئيرن ۽ پوئلڳن لاءِ پنهنجي صفحات ۾
پنهنجي هر عنوان هيٺ درسِ عبرت پيش ڪري ٿي. هيءَ تاريخ
اسان کي هي سبق سيکاري ٿي ته الله جي دين جي فڪر ، اشاعت،
تبليغ ۽ توسيع لاءِ جيئن هن الله جي ڪامل ولي پنهنجي زندگي
وقف ڪري ڇڏي آهي ، اسان کي به سندن ئي نقشِ قدم جي
پيروي ڪرڻ گهرجي ؛

آخر ۾ اُنون انتهائي محبت ۽ والهانه عقيدت سان سر
زمين سنڌ جي ڳوٺ الله آباد جي مٽيءَ کي نوڙي سلام ڪريان ٿو،
جتان پَليل ۽ پَنڪيل انسانن کي الله تائين پهچڻ جي ساڃاهه ۽
معرفت ملي ٿي. خاص طور تي آئون هن ڪتاب جي مرڪزي
موضوع ۽ منسوب قبله حضرت سوهڻ سائين جن جي
خدمت ۾ نهايت ادب ۽ احترام سان عرض ڪندس ته پنهنجي
خصوصي پُرخلوص دعائن. نگاهِ ڪرم ۽ توجه روحاني سان
هن عقيدتمند کي به نوازيندا رهندا .

آنانکہ بنگاہ خاک راکیمیا کنند
آیا بود کہ گوشۂ چشم بما کنند

قدمن جي خاڪ ؛
عبدالحڪيم ارشد

مولانا حبيب الرحمان صاحب
حبيب طاهري
درگاهه الله آباد شريف

# هيءَ حقيقت هوءِ

صاحب سوانح حيات سيدي و مرشدي حضرت قبله سچڻ سائين دامت برڪا تهم العاليه جي ذات گرامي ، دين اسلام جي خدمت جي حوالي سان مُلڪان ملڪ مشهور آهي . پاڻ هر ان اصلاحي ميدان ۾ عملي مثال قائم ڪري ڏيکاريائون جنهن سان دين اسلام جي تيمتي مگر ڪومايل باغ جي آبياري ٿي سگهي ٿي. مسجد ، مدرسو يا خانقاهه جو ميدان هجي، اسڪول، ڪاليج يا يونيورسٽي جو پليٽ فارم هجي يا تبليغ تذڪير ، تصنيف تاليف جو جديد شعبو هجي ، پاڻ انهن سيني اهم ذريعن سان دين اسلام جي غير معمولي خدمت سرانجام ڏيندا رهيا آهن ۽ ڏيندا رهن ٿا.

پاڻ قديم ۽ جديد جا جامع ، هلندڙ دور جي پنتن، پيچرن ۽ مهلڪ موڙن کان پوري طرح باخبر. هڪ حاذق حڪيم جيان پنهنجي باطني فهم و فراست ۽ روحاني علم و حڪمت جي آڌار تي، باطني بيمارن جا نبض شناس روحاني طبيب آهن .

سچ پچ ته سچي مذهب کان دوري ، بد امني ۽ بي آرامي جي هن دور ۾ اهي الله جا ذاڪر ٻانها ، اونداهي رات ۾ روشني ، سڪل باغ ۾ سرسبز وڻ ۽ سڪل وڻ ۾ سائي ٽاري وانگر قابلِ قدر، ملڪ ۽ ملت لاءِ موتي مرجان ۽ ترياق آهن ، جن جي هڪ ئي نوراني نظر سان اندر اجرو ٿيو وڃي . براين بڇڙاين ، حسد بغض، ڪدورت ڪينو ، تڪبر وڏائي ، ڏاڍ ۽ ڏمر جي جاءِ تي خوفِ خدا ، عشقِ رسول ﷺ ، تواضع تقويٰ ، ايثار قرباني، خدمت، همدردي

جا هزارين ڳڻ پيدا ٿيو وڃن . حديث شريف ۾ آهي " بِهِمْ تمطرون وبهم ترزقون ". انهن جي ئي صدقي اوهان انسانن جي ڀلي لاءِ بارشون وسن ٿيون ۽ انهن جي ئي طفيلي اوهان کي رزق ملي ٿو، اهڙن ئي برگزيدن بزرگن لاءِ چيو ويو آهي .

سيدي و مرشدي حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جن جي " سيرت ۽ سوانح حيات " تي مشتمل هي ڪتاب " تحفة الطاهرين " اوهان جي هٿن ۾ آهي . بلاشبہ امتِ محمديہﷺ جا سچا سچڻ ۽ خير خواه آهن ، جن کي رات ڏينهن امت مرحومہ جي اصلاح ۽ فلاح جو اونو آهي .

خوش قسمتيءَ سان سوانح نگار بہ نہ فقط هڪ سٺو ليکڪ يا رواجي اديب آهي پر ان کي بہ صاحبِ سوانح حيات حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي سان صحيح نسبت ۽ ڪامل محبت پڻ آهي ، جنهن موصوف کي هيتري ساري جفا ۽ جاکوڙ لاءِ مجبور ڪيو. منهنجي نظر ۾ موصوف جي هيءَ محنت ٻي، ايڇ. ڊي سطح کان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ آهي .

جڏهن ته بيدار صاحب کي جنهن ڪنهن بہ دنياوي ڊگري يا نفعي لاءِ نہ پر خالص اصلاحي ديني ۽ تبليغي فائده کي سامهون رکي ، هيءَ ڪتاب لکيو.

بيدار صاحب هيءَ ڪتاب لکي جتي حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جن سان عقيدت ۽ محبت جو ثبوت ڏنو آهي ، اتي تحقيق ۽ عام فائدي جي پهلوءَ کي بہ سامهون رکيو آهي ، جنهن لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون .

بيدار صاحب سفر حضر ۾ حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جي صحبت بابرڪت ۾ ويجهو رهي ڪانئن پرائڻ جو غير معمولي شرق رکندڙ ، نهايت نيڪ صالح ، بيدار بخت انسان

آهي . ڪين حضرت پير ملا رحمتپوري رحمت الله عليہ جي ١١ سال صحبت ۽ حضرت سهڻا سائين نور الله مرقده جي 18 سال صحبت جو شرف حاصل آهي . حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جي مسند نشيني بعد گذريل 8 سالن جي عرصي دوران اڪثر تبليغي سفرن ۾ بيدار صاحب شامل رهيو آهي ۽ ان عرصي دوران 15 اصلاحي ۽ تبليغي ڪتاب پڻ تحرير ڪيا آهن .

حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جي ٻالپڻ ، جواني، تعليمي ۽ تبليغي سرگرمين ، سندن قابلِ قدر استادن جا احوال ۽ تاثرات ، همعصر ، هم سبق ۽ همسفر سائين جي سائن عقيدت ، سندن اخلاق و ڪردار جا مثالي واقعات ، سندن علمي ۽ تبليغي مرڪزن ، خاص ڪري درگاهہ الله آباد شريف ۽ فقير پور شريف جو صحيح ۽ صاف نقشو پاڪستان کان علاوه عرب ملڪن ۾ حضرت صاحب مد ظلہ العالي جي تبليغي سفرن ، ديني خدمتن جو احوال ، سندن نوراني ۽ روحاني تقريرن جا اقتباسات ۽ انهن جو (ٽيپ رڪارڊ ذريعي ) رڪارڊ رکڻ بيدار صاحب جي خوش قسمتي نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي ؟

شال الله تعاليٰ مؤلف موصوف جي هن محنت کي مقبول ۽ محبت کي مضبوط بنائي ۽ مون مسڪين کي بہ پيرڪامل سان قوي نسبت ۽ سندن نقشِ قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين يا رب العالمين بحرمة سيدنا رحمة للعالمين صلي الله تعاليٰ عليه وآلہٖ ٭ واصحابہ وسلم.

لاشيء

فقير حبيب الرحمان ڪبول طاهري
خادم مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ
درگاهہ الله آباد شريف ، ڪنڊيارو
جمع 9 ذي قعده ١٤١١هہ

ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا بيدار
ڪنڊيارو

# سهڻي صلام

جي گهرين مسلم ادا، ته مهنجي دل کي ڪو قرار،
آءُ توکي تو ٻڌايان ، دين دنيا جو جيار.

1. اڄ اڄي ويو وقت اهڙو، وَيڙهه گهر گهر ۾ هلي،
پيءُ پٽ ۽ پيڻ پاڻ ۾، سڀ چون ٿيون ڏار ڏار.

2. ٿا تعصب ۾ ٻرن، هي شهر سنڌڙي جا تمام،
ٿا مرن ماڻهو سوين هت آهي هر ڪو بيقرار.

3. چيّن ويو ٻي چين ٿي، هي زندگي انسان جي،
خود ڪشيءَ جي ٿا رکن اڄ، آرزو صد بار بار.

4. اڄ و ٻالِ جان آهي ، مال ۽ اولاد سڀ،
تون ٻڌيو ڏرتيءَ تي آهين ، اڄ رڳو بس باربار.

5. اڄ زنا چوري ۽ رشوت، جام آ هر هنڌ ادا،
ڏوهه ۾ سارو جڳ ، ڀرپور آهي وار وار.

6. ڪين نيڪي تي وٺي ۽ ڪين صحبت نيڪ جي،
اڄ نمازن جو پڙهڻ ۽ پڻ رکڻ روزي ڪان عارُ.

7. پڙهه حديثون آ بچيو، رسمي ادا اسلام اڄ،
پڻ ڪلام الله ٿالو، بس رهيو آ درڪنار.

8. هڪ صداقت بي شرافت، ڪر مٺا وعدي وفا،
بغض، ڪينو ۽ تڪبر، ڪين ڪر تون اختيار.

9. ڪر وڏن جي يار عزت ، پيار ننڍڙن سان رکَ،
ڪر مٺا تقويٰ ، تواضع ۽ توڪل روزگار.

10. درگذر احسانُ علم و حلم جي رک سڪ تون،
ماءُ پيءُ ، مسڪين ۽ محتاج جي لهه تون سنڀار،

11. ڪين ڪوڙي شاهدي ڏي ، ٻيءَ پري ٿي ظلم ڪان،
ڪين غيبت ۽ گلا، ڪاوڙ نه ڪنهن کي ڏي نه گار.

12. خاص خوشنودي خدا جي ۽ رضا جي طلب رک،
دين جو تون درد رک ۽ درد وارن ساڻ گهار.

13. خُلق اعليٰ پڻ رکو، ڪردار پڻ بيشڪ ڀلو،
لوڀ لاچ بي ضميريءَ جو ، نه ٿي منڙا تہ يار.

14. ريءَ رهبر ڪين باطن ، ٿئي ادا بالڪل صفا ،
پير وٽ تون يار ڪامل، تان وڏي تنهنجو وقار.

15. جن ڏنو عالم رباني، تن ڏنو مدني منو،
جن سڃاتو آهي مدني، تن سڃاتو رب جبّار.

16. عشقِ صادق، علمِ ڪامل، جي گهرين دلدار تون،
آهلي درگاهه تي، ٻيڙو ٿئي تو پار پار.

17. ڇا ڇوي بيدار آهي، پاڻ ٿي بالڪل ٻرو ،
سچ تہ ڪولي ٿو ٻڌايان، هاڻ مون تي نامّيار.



# منقبت

## در شان حضرت قبلہ سجن سائیں مدظلہ العالی

آ دیکھ میرا پیر جو محبوبِ خدا ہے ___ جن انس و ملک حور بھی قدموں پہ فدا ہے

برکات و فیوضات میں ایسا تو اثر ہے ۔۔ سیاہ کار بنے ابرار پڑی جس پہ نظر ہے

بے دین بھی دین کا مشتاق بنا ہے

نورانی چہرے میں چھپا رازِ خدائی ، ۔۔ اِک بار جو دیکھے پائے جہنم سے رہائی

دل برباد ہو آباد خدا یاد دلائے ؛

دربار پہ آئے جو بن کے سوالی ، ۔۔ بھرپور ہو مسرور نہ جائے کبھی خالی

بڑی مشکل بھی ہو آسان اگر ہاتھ اٹھائے

در کا رہے سرکار مجھے تیری رضا بس ۔۔ دین و دنیا عقبیٰ میں مجھے شفا بس ؛

دربان تیرے در کا یہ ناچیز گدا ہے

آ دیکھ میرا پیر جو محبوبِ خدا ہے !

جن انس ملک حور بھی قدموں پہ فدا ہے

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## سال 1963ع

**ولادت با سعادت :** حضرت خواجہ محمد طاهر مد ظلہ العالي جن جي ولادت با سعادت 21 مارچ 1963ع بروز اگارو درگاہ رحمتپور شريف لاڑڪاڻہ ۾ ٿي .

**اذان ۽ تڪبير:** سندن جي اذان ۽ تڪبير، وقت جي غوث، ولي ڪامل، حضرت خواجہ محمد عبدالغفار (پير مٺا ) رحمت الله عليہ جن پاڻ فرمائي . انهن ڏينهن ۾ سندن والد ماجد حضرت خواجہ الله بخش (سوهڻا سائين ) رحمة الله عليہ جن پنهنجي مرشد مرّبيءَ جي فرمان سان تبليغ واسطي ميهڙ طرف ويل هُيا .

**اسم گرامي :-** سندن ٽالي رڪڻ جي سلسلي ۾ حضرت پير مٺا رح جن هيءُ پنج نالا ترتيب وار تجويز فرمايا :
1. محمد طيب 2. محمد طاهر 3. محمد اڪمل 4. محمد اجمل 5. محمد احسن . جن مان سندن اسم گرامي حضرت خواجہ محمد طاهر مدظلہ العالي جن انتخاب ڪيو ويو .

## سال 1964

**نظرِ ڪرم :** حضرت قبلہ سجڻ سائين جن ٻڌايو تہ اسان جي والدہ ماجدہ فرمائيندي آهي تہ هڪ دفعي هي عاجز تقريباً ڏيڍ سال جي عمر ۾ گهر اندر ڊوڙون پائي رهيو هيو تہ حضرت پير مٺا رح جن جي حرم پاڪن . مون عاجز ڏانهن اشارو

ڪندي ، نهايت ئي محبت ۽ شفقت وچان فرمايو تہ " وڏي هولڊي شير ٿمسين " مي سڀ ڪجهہ پيران ڪبار جي خاندان جي دعائن جو اثر آهي .

**آخري مجلس حضرت پير مٺا ر ح :** حضرت پير مٺا رح جن وصال کان اڳ . ڏهہ ڏينهن اڳ 26 رجب 1384 هہ نماز عصر کان پوءِ ، پاڻ جماعت کي نصيحت ڪندي، هي بہ فرمايائون تہ يا الله ! تون شاهد رهجان، تہ مون تنهنجي ٻانهن تائين پيغام پهچائي ڇڏيو آهي. هن کانپوءِ جيڪڏهن ڪو فقير ، اهلِ ذڪر ، شريعت جي خلاف ورزي ڪندو ، طريقہ عاليہ جي پرواهہ نہ ڪيلدو تہ هي عاجز ان شخص کان بري ۽ بيزار هوندو. ٻاهر سندن هيءَ آخري مجلس ۽ آخري تقرير هئي.

**آخري نماز حضرت پير مٺا ر ح :** مولانا غلام قادر صاحب جن ٻڌايو تہ ڪجهہ عرصي کان حضرت پير مٺا رح جن جي طبيعت مبارڪ زياده ناساز ٿيندي ويئي . سندن علاج معالج جي سلسلي ۾ هڪ پراڻي دوست سنجهورو کان ہہ هندوستاني حڪيم وٺي آيو . جن لاءِ حضرت صاحب جن کي ٻڌايو ويو تہ هي خانداني حڪيم آهن ۽ هندوستان جي هڪ رياست جي واليءَ جا ذاتي معالج آهن ۽ نهايت ئي قابل آهن . حضرت صاحب جن کين اندر حويلي مبارڪ ۾ گهرايو . حضرت صاحب جن سرديءَ جي ڪري . صحن مبارڪ جي ٿلهي تي رونق افروز هيا، حڪيم بہ اتي اچي ويٺا . حضرت صاحب جن سندن آجيان ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي حالات ٻڌائڻ سان گڏ سندن روحاني اصلاح ڏانهن متوجہ ٿيا . جيئن تہ هي عاجز ۽ ڪجهہ ٻيا فقير لنگر جي خدمت لاءِ اتي موجود هيا . حضرت صاحب جن جي نصيحت جو سلسلو شروع هيو . اسان بہ لنگر جو ڪم پورو

ڪري وڃي محبوبن جي خدمت اقدس ۾ . سندن نوراني محفل ۾ شريڪ ٿياسين . حضرت صاحب جن جو خطاب لاجواب ايترو طويل ٿي ويو جو جمعي جي نماز جو وقت به ٿي ويو ۽ اذان به اچي ويئي هئي . حضرت صاحب جن جي ڪيفيت ۽ محويت جو اندازو لڳائي نه پيو سگهجي . آخرڪار مرحوم مولانا عبدالرحمان صاحب لانگري مؤدبانه عرض ڪيو ته قبلا! جمعي جي اذان کي ڪافي وقت گذري چڪو آهي ۽ نماز جو وقت ٿي ويو آهي . تنهن کان پوءِ محبوبن پنهنجي ڪلام مبارڪ کي ختم ڪيو ۽ اهي حڪيم صاحبان به حضرت صاحب جن جي هيءَ پُر ڪيفيت حالات کي ڏسي حيران ٿي ويا ۽ سيئي واپس مسجد ۾ آيا. اڌ ڪلاڪ بعد حضرت صاحب جن جي طبيعت مبارڪ ايتري ته ناساز نظر آئي جو پاڻ ڦيٿن واري ڪرسيءَ تي ويهندي ، سندن داماد حضرت مولانا غلام فريد رح جن جي سهاري سان، مسجد شريف جي دروازي تي پهتا . اتان ڪين هٿن جي ٽيڪ تي ، مسجد شريف جي اترئين پاسي . مصلي مبارڪ تي ويهاريو ويو . باهر سندن هيءَ آخري با جماعت نماز هئي .

**آخري تمنا** : ياد رهي ته حضرت پير مٺا رح جن پنهنجي چگيلائي واري وقت ۾ ئي اها ڦيٿن واري ڪرسي تيار ڪرائي ڇڏي هئي . پاڻ فرمائيندا هئا ته عمر وڏي آهي ، ڪافي عوارضات آهن ، مبادا نماز باجماعت قضا ٿي نه وڃي . سندن اهو نيڪ ارادو پورو ٿيو ۽ اهڙي حال ۾ به پاڻ نماز باجماعت ادا ڪيائون .

**آخري قلبي ڪيفيت** : سندن وصال جو وقت به نهايت ئي پُر ڪيفيت رهيو . مٿن عجيب حالت ۽ استغراق طاري هيو. ڪائڻ پيشڻ ته ڪافي وقت کان ڇڏي ڏنو هئائون پر پي

ڪاٻہ گفتگو نہ فرمائيندا هئا . ها ! ڪنهن ڪنهن وقت الله تعاليٰ جي درگاهہ ايزديءَ ۾ التجا ۽ مناجات نموني بزبان فارسي ، پُر سوزو گداز ابيات بي اختيار سندن زبان حق ترجمان مان نڪرندا هئا . نماز جي وقت بہ تيمم جا اشارا ڪري ، نماز اشارن سان ادا ٿي ڪيائون ۽ اها نماز بہ انهيءَ مدهوشي ۽ استغراق واري حالت ۾ هئي .

## آخري رات آخري آرام گاهہ : سندن وصال 8

شعبان 1384هہ مطابق 12 ڊسمبر 1964ع آچر رات سادي يارهين وڳي درگاهہ رحمتپور شريف ۾ ٿيو اِنَّالِلهِ وَاِنَّا اِلَيۡہِ رَاجِعُونَ، سندن روضو مبارڪ مسجد شريف جي ڏکڻ پاسي آهي .

نذرانہ عقيدت — از : الحاج مولانا رحيم بخش قمر

قمر ويو ڪاٻڙي ڪامل . نُورَّ اللهُ مرقدہٗ ، ٿيو الله ! سان واصل . نورَّالله مرقدہٗ

سڻي ارشاد " اِرۡجعِيۡ " جو چئي لبيڪ اي لاڪا ، ٿيو فردوس ۾ داخل. نورَّاللهُ مرقدہٗ

ويو وڻجهار وحدت جو ميان (حضرت) عبدالستار عارف ، ڪفر ۽ شرڪ جو قاتل . نورَّ الله مرقدہٗ

سي آديسي اٿي ويڙا ، سي لاهوتي لڏي ويڙا ، حقيقت کي ڪيو حاصل . نُورَّاللهُ مرقدہٗ

شريعت جو طريقت ، معرفت جو ۽ حقيقت جو ، هيو هر حال ۾ حامل .نُورَّ اللهُ مرقدہٗ

فنا في الله ڪان جنهن کي " بقا بالله " ٿيو حاصل ، الستي روز کان عاقل . نورَّاللهُ مرقدہٗ

جو " لَاخَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ " جو ٿيو فرمان فرقان ۾ ، انهيءَ ارشاد ۾ شامل . نورَّاللهُ مرقدہٗ

ٿيو تشريف فرما سنڌ ۾ ، پنجاب کان پارس ، ڪهائين سون سڀ سائل نُورَّاللهُ مرقدہٗ

اٺين شعبان " رحمتپور " ۾ آرامي ٿيو عارف ، ڪئي ملڪوت ۾ منزل . نُورَّاللهُ مرقدہٗ –

# سال 1965ع

**هجرت حضرت سهڻا سائين ر ح:** حضرت پير مٺا رح جن جي وصال کان پوءِ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن 18 رمضان 1384هه مطابق جنوري 1965ع تي درگاهه رحمتپور شريف کان هجرت ڪري خاص تبليغ دين ۽ طريقه عاليه جي اشاعت واسطي، ڪجهه وقت لاءِ ڪچي اندر ڏيهپور شريف ۾ رهيا ۽ بعد ۾ راڌڻ اسٽيشن جي ڀرسان نئون ڳوٺ ٻڌائون. ان وقت حضرت قبله سچڻ سائين جن جي عمر تقريبا 2 سال هئي. دين خاطر هجرت واري سعادت ڪين معصومانه زندگيءَ ۾ نصيب ٿي.

**فقير پور جو قيام :** 10 ذوالحج 1384هه اپريل1965ع ۾ فقير پور شريف جو بنياد پيو ۽ حضرت صاحب جن اتي ئي سڪونت اختيار ڪئي" شروع ۾ ته هن ننڍي ڳوٺ اندر اڪثر جايون ڊٺل ۽ ويران ٿيل هيون ، چوڌاري ڪڏون ۽ کڏا هئا پر جڏهن الله جي پيارن پنهنجا نوري قدم رکيا ته هن ويران ۽ ڪَ جا ڀاڳ کُليا، هر طرف کان حق جا طالب ، ٽولا ٽولا ٿي اچڻ لڳا ۽ ٿوري وقت ۾ سموري زمين الله جي ذاڪر ٻانهن سان ڀرجي ويئي . ذڪر وارن فقيرن جون جهوپڙيون نهايت ئي ساديون هيون . ظاهر ۾ ته ڪو ڏيک ويک ۽ اجايو لٽ ٺانگر نظر نٿي آيو پر حقيقت ۾ هيءُ جهوپڙيون ۽ جايون اهلِ نظر ۽ صاحبِ قدر واسطي قلب جو قرار ۽ روح جي راحت هيون . الله جي محبوبن پنهنجي باطني توجهه ۽ نوراني نظر سان رڻ پٽ کي رونق بخشي رنگ لاتو ۽ غير آباد زمين کي گلستان بنايو . يلا ! جنهن جاءِ تي رات ڏينهن دين جو درد، امت جو فڪر ۽ الله جو ذڪر هجي ، ان ڳوٺ ۾ ڪيڏي نه رب جي رحمت ۽ برڪت هوندي ".

**مسجد جو قيام :** مسجد لهڻ وارو منظو به نهايت ئي عجيب هيو . رازا به فقير هئا ته مزدور به فقير هئا . هن عاجز کي چڱي طرح ياد آهي ته جڏهن واريءَ جي ضرورت پوندي هئي ته حضرت قبله سهڻا سائين رح جن پاڻ به جماعت سان گڏ ريل پاري ڪري . ڪافي پري ڦتل واهه تان تغارين ذريعي واري ڍوئيندا هئا . جڏهن مسجد لاءِ سرن جي ضرورت پوندي هئي ته پاڻ به جماعت سان گڏ پنهنجي هٿن مبارڪن سان سرون ڪندا هئا . گويا محبوبن ۽ اصحابن واري سنت ادا ڪندا هئا.

**تقويٰ ۽ توڪل :** حضرت قبله سهڻا سائين رح جن فرمائيندا هئا ته هيءَ مسجد زبان حال سان چئي رهي آهي ته آءٌ اها مسجد آهيان . جنهن جو بنياد تقويٰ ۽ توڪل تي رکيو ويو آهي . منهنجي لاءِ ڪنهن جي اڳيان سوال چنده يا هٿ ٽنگيو نه ويو آهي . منهنجا ئاهيندڙ ۽ ڪم ڪندڙ اهي پيارا ۽ نيڪ ٻانها آهن . جيڪي نماز با جماعت سان گڏ، تهجد به ادا ڪندڙ آهن.

## سال 1966ع

**علم دين جي اهميت :** حضرت قبله سهڻاسائين رح جن فرمائيندا هئا ته گهڻا ماڻهو پاڻ ته نيڪ صالح ، حاجي ، حافظ، فقير صوفي آهن پر افسوس ! سندن اولاد جو دين طرف ڪوبه توجهه نه آهي . اهي ڪاملين واصلين جن وٽ هميشه قال الله ۽ قال الرسول جو درس هلندو هيو ، ذڪر خداونديءَ جو جوش وخروش هوندو هو، اڄ انهن جو اولاد نه رڳو پنهنجي وڏن جي تعليم ۽ طريقي کي وساري ويٺو آهي پر مغربي تهذيب ، عياشي ، عُرياني ۽ دنيا جي فراوانيءَ جي لپيٽ ۾ اچي ڪري ،

پنهنجي پاڻ کي تباھ ۽ برباد ڪري ڇڏيو آهي .

**بدمذهب ۽ گمراھ ٽولا :** اڄ عيسائي ، قادياني ۽ ٻيا بد مذهب ، بيدين ٽولا، هر نموني مسلمانن کي گمراھ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن، ڪوڙا ڪتاب ۽ هٿ ٺوڪيا دليل ڏيئي، ساده دل مسلمانن کي ڀٽڪائي رهيا آهن . افسوس ! هي ء زنده دل جماعت، روحانيت جي حامل، مرشد ڪامل واري جماعت به خاموش هجي . هن طرف توجه نه ڪري ، ڪيڏي نه ڏک جهڙي ڳالهه آهي .

**نيڪ ۽ بلند ارادا :** اڄ علم جو دور آهي ، اسان کي به نيڪ، متقي با عمل عالمن جي ضرورت آهي . جيڪي ڪٿي پيش امام ، ڪٿي مُدرس ته ڪٿي مبلغ ٿي ، خاص الله جي رضا ۽ خوشنودي خاطر هن طريقه عاليه جي تبليغ ۽ اشاعت ڪن . نه رڳو ايترو پر اسان جو هي به ارادو آهي ته هنن طالبن مان ڪي غازي صلاح الدين ايوبي ته ڪي سلطان محمود غزنوي جهڙا مرد مجاهد پيدا ٿين ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ روم ، ايران ، بلخ ۽ بخارا تائين پهچي ، اسان جو هي درد ۽ فڪر پهچائين .

**مدرسي جو قيام :** انهيء نيڪ مقصد خاطر ، نهايت ئي ساده نموني ديني مدرسي جو بنياد وڌو ويو . اهو وقت اهڙو هيو جو نه ڪو استاد هيو نه وري ڪي شاگرد موجود هيا . آخر حضرت صاحب جن جي فرمان سان مولانا بشير احمد صاحب جن مدرسي جي ابتدا ڪئي . تعليم جي شروعات ٻن وڏي عمر وارن شاگردن سان ڪئي ويئي . هڪ مولانا محمد رمضان صاحب، جيڪو مسجد ۽ لنگر جي ڪاري وغيره ڏاهڻ ۾ ۽ ٻيو قاري محمد داؤد صاحب ، جيڪو لنگر جي ڪاٺ جي ڪم ۾

مصروف هيو . ياد رهي تہ اهي پڻ شاگرد حضرت قبلہ سائين نصير الدين شاهہ رح جن جي جماعت جا هيا ، پهرئين مرڪز تي پهرين قرباني پاڻ ڏنائون . اها ڳالهہ وهم گمان ۾ بہ ڪانہ هئي تہ هي وڏي عمر وارا طالب ، ديني علم پڙهي ، دين جا عالم ٿي، دين جي تبليغ ۽ خدمت ڪندا . دنيا ڏٺو تہ محبوبن جي محنتن ۽ نيڪ ڪوشش جو نتيجو اهو نڪتو جو ٿورن سالن جي ٿوري عرصي اندر پڻ مان پاويهہ علماء ڪرام فارغ التحصيل ٿيا. جڏهن طالبن جو تعداد وڌڻ لڳو تہ ٻين استادن جي پڻ ضرورت محسوس ٿي . چنانچہ مولانا نثار احمد صاحب جيڪو مولانا محمد صالح صاحب آڳاٺي وارن جو شاگرد رشيد ۽ فارغ التحصيل مدرسي احسن البرڪات حيدرآباد جو آهي . ٻيو مولانا رضا محمد صاحب جيڪو مولانا عطامحمد بنديالوي جو شاگرد رشيد آهي .

## سال 1967ع

**ابتدائي تعليم :** حضرت قبلہ سچڻ سائين جن قرآن شريف ، پرائمري ۽ فارسي تعليم درگاهہ فقير پور شريف جي مدرسي مان حاصل ڪئي .

**پاڪيزه تربيت :** حضرت قبلہ سائين نصير الدين شاهہ صاحب رح جن ٻڌايو تہ هڪ ڏينهن حضرت قبلہ سهڻا سائين رح درگاهہ فقير پور شريف جي مڙني ڳوٺ وارن فقيرن کي هڪ هنڌ ڪٺو ڪري . تاڪيد ۽ تنبيهہ فرمائي تہ جيڪڏهن اوهان منهنجا ۽ منهنجي اولاد جا سچڻ ۽ خير خواهہ آهيو تہ پوء ڪوبہ فقير منهنجي هن ڇئن سالن جي ننڍڙي صاحبزاده کي نہ پنهنجي

گهر وٺي وڃي ۽ نہ وري ڪيس ڪا ڪاٺ جي شيءِ شڪل وٺي ڏني. سائين شاهہ صاحب جن ٻڌايو تہ سچي ڳوٺ مان نقط اسان جي گهر اچڻ جي ڪين اجازت هئي جو حضرت سهڻا سائين رح جن جو اولاد اسان کي "نانا" ڪري سڏيندو هيو.

**سهڻي سمجهہ** : سائين شاهہ صاحب رح جن هي بہ ٻڌايو تہ ننڍڙن ٻارن جي اها عام فطرت هوندي آهي جو هو سرِ عام بي حجاب پيشاب يا پائخانہ ڪندا آهن پر حضرت سچڻ سائين جن جمندي چار هيا . سندن جي اها عادت مبارڪ هئي جو جيئن تہ ننڍڙي هوندي کان اسان کي نانو ڪري سڏيندا هئا ۽ اسان جي گهر ۾ ڪين اجازت بہ هوندي هئي . انڪري بغير ڪنهن تڪلف جي ايندا هئا . جڏهن بہ ڪين ڪا قضا حاجت جي يا پيشاب ڪرڻ جي ضرورت پوندي هئي تہ ڪاڪوس ڪان سواءِ سر عام نہ ويهندا هئا - ڪو ماڻهو سائن پائخانہ تائين گڏجي ويندو هيو تہ ان کي بہ ٻاهر ڪڍي . پوءِ پنهنجي ضرورت پوري ڪندا هئا .

## سال 1968ع

**ننڍپڻ جي نيڪي** : اهو دستور آهي مريدُ . محبت جي ڪري . مرشد جي اولاد جو بہ ايترو ئي ادب ۽ احترام ڪندو آهي . جيترو ان جو پنهنجي مرشد مربي سان تعلق ۽ رابطو هوندو آهي . فقيرن ذڪر وارن جي حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن سان والهانہ عقيدت ۽ محبت آهي . تنهنڪري اهي بہ سندن جي صاحبزاده کي تمام گهڻو گهرندا ۽ پيار ڪندا آهن. فقيرن جي دل گهرندي هئي تہ سائين صاحبزادي کي ڪجهہ تحفہ

وغيره ڏجن ۽ سندن قدم بوسي ڪجي . مگر حضرت صاحب جن جي پاڪيزه ، پُر اثر تعليم ۽ تربيت جا هي اثرات ۽ ثمرات ظاهر ٿيا جو پاڻ ڪنهن به فقير کان ڪا خرچي يا تحفه وغيره نه وٺندا هئا پر جيڪڏهن ڪو فقير سندن هٿن چمڻ جي ڪوشش ڪندو هيو ته پاڻ هڪدم پنهنجا هٿ مبارڪ پري ڪندا هئا ۽ ڪنهن کي به هٿ چمڻ يا جهڪڻ نه ڏيندا هئا .

**نمائيون نگاهون** : عقيدتمند عورتون باپرده درگاهه شريف تي اينديون رهنديون آهن ۽ درگاهه تي به سندن رهائش باپرده هوندي آهي . حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جڏهن ٻاهر مسجد شريف ڏانهن تشريف فرما ٿيندا هئا ته پوءِ انهن مسافر يا ڳوٺ وارين عورتن کي حضرت صاحب جن جي خاندان سان ملڻ جو موقعو ملندو هيو . حضرت قبله سچڻ سائين جن جي ننڍ پڻ کان ئي هيءَ عادت مبارڪ هوندي هئي ته پاڻ ڪنهن به غير محرم عورت جي منهن نه پوندا آهن . ان ڪري ننڍڙائيءَ ۾ به جڏهن حويلي مبارڪ ڏانهن ايندا هئا ۽ اتي ڪا غير محرم عورت نظر ايندي هئي يا ڪن تي ڪنهن اجنبي عورت جو آواز پوندو هيو ته پاڻ فوراً اتان ئي واپس ٻاهر هليا ايندا هئا . ان وقت سندن عمر تقريباً پنج سال هئي .

**اکئين ڏٺو مشاهده** : غالبا سال 84 -85ع جو واقعو آهي هن عاجز جي گهر وارن ٻڌايو ته حضرت قبله سچڻ سائين جن جڏهن ٻاهر مسجد شريف تشريف فرما ٿيندا هئا ۽ اسان کي حضرت صاحب جن جي خاندان سان ملڻ جي سعادت نصيب ٿيندي هئي ته سائين جن جو ڀائيجو سائين محمد جمهل صاحب جنهن جي عمر انوقت پنج ڇهه سال مس هئي. اسان

ڪيس پنهنجي گهر ۾ به ايندي نه ڏٺو اگر ڪا خاص ضرورت پوندي هئي ته پاڻ پنهنجو چهره مبارڪ رومال سان ڍڪي تڪڙو تڪڙو اندر هليا ويندا هئا ۽ ڪم لاهي جلدي واپس ٿيندا هئا . هي سڀ ڪجهه محبوبن جي گهر و تربيت جو اثر آهي .

# سال 1969ع

**اڪيلي ڏٺو منظر :** حضرت قبله سهڻا سائين رح جن 11 فبروري 69 ع تي حرمين شريفين ڏانهن سفر ڪرڻ لاءِ راڌڻ اسٽيشن کان ڪراچي ڏانهن وڃي رهيا هئا ان وقت حضرت قبله سجڻ سائين جن ڇهن سالن جي عمر جا هيا ۽ مولوي رحمت الله صاحب جي رفاقت ۾ اسٽيشن تي موجود رهيا . روانگيءَ وارو منظر به عجيب وغريب هيو . سندن ننڍڙا صاحبزاده اڪيلي ۾ پاڻي آئي . سائين نگاهن سان . معصومانه انداز ۾ پنهنجي والد ماجد کي دلي دعائون ڏيندي . الوداع ڪري هيا هئا .

**حرمين شريفين جو سفر:** حضرت قبله سهڻا سائين رح جن 13 فبروري 69ع جمعرات بعد صبح صادق . سفينه حجاج ۾ سوار ٿي . ڪراچي کان حرمين شريفين ڏانهن روانا ٿيا.

**سهڻن جا ساٿي :** مرحوم ڊاڪٽر عبداللطيف چنه . سائين عبدالخالق شاه صاحب رح ۽ مرحوم حاجي غلام حيدر ڏاهري به هن سعيد سفر ۾ سائن گڏ هيا .

**مثالي تقوي:** حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي مضبوط ارادي ۽ استقامت، ناممڪن کي به ممڪن بنائي ڇڏيو .

پاڻ اهڙي ڏکئي ۽ ڏوراتهين سفر دوران جهاز اندر به تقويٰ جو خصوصي خيال رکيائون . وڏي محنت ۽ ڪوشش سان جهاز جي ڪپتان ڪان اجازت ورتي وئي ۽ سائين عبدالخالق شاهه رح پنهنجي هٿن سان حضرت صاحب جن لاءِ ماني تيار ڪندو هيو . جهاز اندر تقريبا 500 ڪر ڪندڙ ماڻهو هيا، ماني ڪرڻ واري هال ۾ ٻئي ڪنهن کي به اجازت ڪانه هئي.

## مثالي انڪساري :

حضرت صاحب رح جن پنهنجي همسفر سائين کي فرمايو ته حرمين شريف اندر ڪوبه دوست منهنجي پويان نه هلي ، نه منهنجي جُتي کڻي ۽ نه وري منهنجي دعا جو انتظار ڪري . هر هڪ دوست پنهنجي پنهنجي خيال سان جدا دعا ، مناجات ، استغفار ، صلواة شريف ۽ مخصوص دعائون پڙهندو رهي نه رڳو ايترو پر هنن مقدس ۽ متبرڪ شهرن ۾ منهنجو ڪنهن سان ذڪر يا تعارف به نه ڪرائي .

## استاد محسن ۽ عالم دين مولانا رضا محمد صاحب رح:

حضرت مولانا رضا محمد صاحب رح جن جيڪي حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جا محسن مهربان استاد آهن ۽ ڪافي عرصي کان مستقل طور حرمين شريفين ۾ رهندا هئا ، سندن استاد جي گهڻي اصرار تي ، حضرت صاحب رح جن کين بيعت ڪيو ۽ طريقه عاليه ۾ داخل ڪيو .

## قدرت جو عجيب ڪرشمو :

هي عجيب اتفاق ٿيو جو حضرت صاحب رح جن حج جي ارادي سان حرمين شريفين پهتا ۽ سندن استاد صاحب کائنن هيءَ نعمت عظميٰ حاصل ڪئي . خدا جي قدرت ! حضرت صاحب جن جيئن واپس وطن

پهتا تہ سندن استاد محسن جو انتقال ٿي ويو . إِنَّا لِلهِ وَإِنَّا إِلَيهِ رَاجِعُونَ .

## سال 1970ع

**علم تجويد و قراءت:** حضرت قبلہ سچڻ سائين جن ستن سالن جي ننڍي عمر ۾ قرأت سکڻ لاءِ سائين عبدالخالق شاھہ صاحب جن جي رفاقت ۾ استاد القرئ حضرت مولانا الحاج حافظ قاري محمد طفيل صاحب نقشبندي رح جن وٽ ، مدرسي رکن الاسلام حيدرآباد ۾ پڙهيا .

**سچڻ جا ساٿي:** حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جا همسفر ساٿي قاري خادم حسين، مولانا جلال الدين، مولانا امام علي ۽ مولانا يار محمد جن هيا. جيڪي حضرت صاحب جن سان گڏ مدرسي رکن الاسلام اندر تعليم وٺڻ لڳا.

**مدرسي جا باني:** مدرسي جا باني ۽ سلسلہ عاليہ نقشبنديہ جا مشهور بزرگ مولانا مفتي محمود الوري صاحب رح جن هڪ ڀيري حضرت صاحب جن جي غلامن ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون تہ "الله تعاليٰ جا لک لک شڪر آهن جو هن پر فتن دور ۾ پنهنجي فضل و ڪرم سان اسان کي اهڙا طالب عطا فرمايا آهن ، جيڪي ذاڪر ، شاڪر ۽ تهجد گذار آهن ".

**استاد محسن قاري محمد طفيل صاحب رح:** الحاج قاري محمد طفيل صاحب رح جن امرتسر ۾ پيدا ٿيا. حرمين شريفين اندر مدرسہ فخريہ جي مايہ ناز قاري صاحبان وٽ تعليم جو سلسلو شروع ڪيائون ۽ ساڳئي مدرسي مان قراءت سبعہ (ست قراءتون ) جي تڪميل ڪان پوءِ مدينہ

منورة پهچي ، مسجد نبوي ۾ جي شيخ القرا شيخ حسن بن ابراهيم سيوطي مصري کان قراءت عشر (ڏهه قراءتون) جي تکميل ڪيائون ۽ شيخ موصوف جي سند ڪي اختيار ڪندي ، پنهنجي شاگردن کي به انهيءَ ساڳئي سند جي اجازت ڏنائون . پاڻ پاڪستان اندر فن قراءت جي 61 سال خدمت ڪيائون .

**مشهور شاگرد :** پاڪستان پهچڻ بعد ڪافي قاري ۽ حافظ صاحبان ڪانئن مستفيض ٿيا . قاري غلام رسول صاحب ريڊيو پاڪستان (لاهور) سميت ڪافي ناميارا قاري صاحبان سندن شاگرد آهن .

**بين الاقوامي مقابلو :** قاري صاحب رح جن جو هڪ ٻيو شاگرد قاري محمد سليمان اعوان ، جيڪو 1986ع ۾ الين بين الاقوامي حفظ و قراءت جي مقابلي ۾ شامل ٿيو ۽ سعوديه جي عالمي مقابلي ۾ 43 هزار سعودي ريال ، سندن ۽ ٻيا ڪافي قيمتي تحفا حاصل ڪيا . هڪ عربي مقولو مشهور آهي ، جنهن جو ترجمو هي آهي ته " بيشڪ قرآن پاڪ حجاز ۾ نازل ٿيو ، مصر اندر پڙهيو ويو ۽ هندوستان ۾ سمجهيو ويو " .

**عرس مبارڪ تي حاضري :** حضرت قبله سجڻ سائين جن جو ادب ۽ اخلاق ، همت ۽ حوصلو ، بي پناهه ذهن ۽ حافظو ڏسي ڪري سندن جا استاد ڪانئن بيحد متاثر ٿيا . نتيجي ۾ سندن ئي ڪوشش ۽ محنت سان مذڪوره مدرسي جا به استاد ، قاري محمد طفيل صاحب رح ۽ مولانا محمد رفيق صاحب جن ساليانه عرس مبارڪ جي موقعي تي درگاهه فقير پور شريف راڏڻ پهچي حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي زيارت کان مشرف ٿيا . جڏهن قاري صاحب رح صبح جي مجلس اندر

تلاوت فرمائي تہ سڄي جماعت جي مٿان گريہ هيو خود حضرت صاحب جن جهومڻ لڳا ۽ مٿن جذب ۽ وجد جي حالت طاري هئي.

**ماءُ جي ممتا :** حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن کي الله تعاليٰ هڪ ٻي فرزند ارجمند ، لختِ جگر يڪتا ئے گوهر عطا فرمايو آهي . ان جي باوجود هڪ پيري پاڻ هن عاجز کي فرماياڻون تہ فتح محمد ! دل گهريٿي تہ منهنجو معصوم ٻچو، علم حاصل ڪري ، دير دير سان ڳوٺ اچي . پر ڇا ڪجي ماءُ جي محبت ، ايترو عرصو انتظار سهي نٿي سگهي .

**ٻچي جي قرباني :** لک رحمتون ۽ صد آفرين هجي ان معصوم ٻچي کي ، جنهن ستن سالن جي ننڍڙي عمر ۾ دين خاطر ، ابي امان جي پيار ۽ شفقت کي بہ قربان ڪري ڏيکاريو . اهو صحيح آهي تہ ننڍڙي عمر ، علم تجويد حاصل ڪرڻ ۽ سکڻ لاءِ ناڪاني آهي پر جيئن تہ حضرت صاحب جن کي هر وقت پنهنجي فرزند ارجمند جي تعليم سان گڏوگڏ تربيت جو پڻ زياده اونو ۽ فڪر رهندو هيو ۽ سندن هيءَ تمنا هئي تہ پاڻ هن ننڍي عمر ۾ ئي دين واسطي گهر ٻار ڇڏي، گرمي سردي سر تي سهي، سفر جا ڏک سک برداشت ڪن ۽ محنت مجاهده جا عادي بڻجن.

**استاد جو ادب ۽ احترام :** 30 جنوري 1986ع بروزخميس، قاري محمد طفيل صاحب رح، حضرت قبلہ سجڻ سائين جن سان ملڻ لاءِ روحاني مرڪز (مهاجر ڪيمپ ) ڪراچي ۾ آيا . مگر جيئن تہ پاڻ ان وقت ڪنهن ضروري ڪم سان شهر ۾ ويل هيا ، تنهن لاءِ قاري صاحب جن واپس موٽي ويا . حضرت صاحب جن جيئن جو مرڪز ۾ پهتا ۽ پنهنجي استاد صاحب جو ٻڌائون تہ ڪارمان هيٺ نہ لٿا سڌو استاد صاحب

جي جاءِ ڏانهن روانا ٿي ويا. اتفاق اهڙو ٿيو جو حضرت صاحب جن اڳ ۾ پهتا ۽ قاري صاحب بعد ۾ پهتو. پاڻ نهايت ئي عاجزي ۽ انڪساري سان ڪين ٻڌايائون ته اوهان تڪليف ڇو ڪئي. نياپو موڪليو ها ته هي عاجز حاضر ٿي وڃي ها.

# سال 1971ع

## جماعت اصلاح المسلمين : حضرت قبله سهڻا

سائين رح جن کي اصلاح امت جو تمام گهڻو خيال رهندو هو. سندن جاني مالي سڀ صلاحيتون دينِ متين ۽ خدمتِ خلق لاءِ وقف هونديون هيون. سندن تبليغي حلقو پاڪستان جي چئني صوبن تائين پکڙجي چڪو هو ان جي باوجود ڪين بيروني ممالڪ ۾ به طريقت جي اشاعت ۽ سلسله عاليه نقشبنديه مجدديه غفاريه جي فيض رسانيءَ جو فڪر به دامن گير رهندو هيو. هڪ ڀيري پاڻ درگاهه فقير پور ۾ يارهين شريف جي موقعي تي جماعت کي مخاطب ٿيندي، پنهنجي من فڪر جو اظهار ڪيو ته آهن ڪي مردِ مجاهد جيڪي هن محمدي پيغام کي عرب ممالڪ ۽ ٻين علائقن تائين پهچائين ڇو ته هن وقت هر جاءِ تي روحانيت ۽ باطني اصلاح جي ضرورت آهي. سندن پُر ڪيفيت ۽ پُر درد اعلان ٻڌي ڪري ڪيترائي عاشق صادق وجد ۾ اچي، " لبيڪ، لبيڪ " جو آواز بلند ڪندي، پنهنجا هٿ مٿي ڪئي وعدو ڪيائون ته اسان دين متين جي تبليغ لاءِ حاضر آهيون. جلسي کان بعد ۾ انهن مرد مجاهدن جا نالا نوٽ ڪيا ويا جيڪي بيروني ممالڪ ۾ بسلسله تبليغ تيار هيا. جڏهن ته هن نوراني جماعت کي ٻاهر موڪلڻ لاءِ عزم ڪيو ويو ته حڪومت جي طرفان اهو مسئلو درپيش آيو ته جيستائين اوهان جي جماعت حڪومت ۾ رجسٽرڊ نه آهي

تيستائين ڪين قانون ماتحت اهڙو اجازت نامو ملي نه سگهندو ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ به انهن جي ڪا اهميت نه رهندي . انهي مسئلن جي مدِ نظر حضرت سهڻا سائين رح جن مخصوص ماڻهن جي ميٽنگ ڪوٺائي، هن مسئلي طرف ڌيان ڇڪايو جن انهيءَ حقيقت کي ڌيان ۾ رکندي پهريائين جماعت جو نالو تشڪيل ڏيڻ لاءِ غور و فڪر بعد جماعت کي اداره، تبليغ روحاليه و جماعت اصلاح المسلمين پاڪستان جي نالي سان حڪومت ۾ رجسٽرڊ ڪرايو ۽ هن اهم ڪم کي جناب قاضي محمد علي صاحب صديقي جن سر انجام ڏنو. هن تنظيم جو پهريون صدر مولانا بشير احمد صاحب کي چونڊيو ويو .

**وفدن جي روانگي :** هن تنظيم جي ماتحت ڪجهه وفد بيروني ملڪن ڏانهن وڃڻ لاءِ روانا ٿيا . جيڪي مجاهد تبليغ لاءِ تيار هيا . حضرت قبله سهڻاسائين رح جن انهن کي مسجد اندر اٿي بيهڻ جو حڪم فرمايو ۽ ساڳئي وقت جماعت کي فرمايائون ته هنن خوش نصيب انسانن جي زيارت ڪيو، جيڪي پنهنجو گهر وطن ڇڏي خاص خدا واسطي دين جي تبليغ واسطي وڃي رهيا آهن . انهن جو ڏسڻ به ثواب آهي . بعد ۾ پاڻ پوري جماعت سان فرلانگ ڪن گڏ انهن مجاهدن کي ڇڏڻ لاءِ هليا. آخر ۾ ڪين دعائن سان الوداع فرمايائون .

**هڪ وفد ( حرمين شريفين ) :** هڪ وفد مولانا حاجي احمد حسن صاحب جي قيادت ۾ حرمين شريفين روانو ٿيو، جن عربستان جي پاڪ سرزمين تي وڃي پنهنجون خدمتون پيش ڪيون . سڀ کان پهريائين جيڪي جماعت جا افراد مڪي معظمه ۽ مديني منوره ۾ اڳيئي سڪونت پذير هئا انهن سان

ملاقاتون ڪري تبليغ جي ڪم کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ مخصوص جاين تي ڪجهه جماعت جا مرڪز پڻ قائم ڪيا. هر سال جيڪي حاجي صاحبان يا عمره تي زائرين حضرات ايندا هئا، انهن کي پنهنجي حلقي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪوششون جاري رکيائون . مقرر ٿيل مرڪزن ۾ روزانه حلقه مراقبه ۽ هفتيوار جلسا پڻ منعقد ڪيائون . مسواڪ، نماز باجماعت، ڏاڙهي باشرع ۽ دستار جي پابندي . هن جماعت جي سڃاڻپ جو ڄڻ ته اشعار بڻجي چڪو هو .

## ٻيو وفد ( متحده عرب امارات ): ٻيو وفد

مرحوم خليفه رهنواز صاحب جي قيادت ۾ متحده عرب امارات ويو جنهن اتي مختلف رياستن ۾ مرڪز قائم ڪري طريقه عاليه جي اشاعت عام ڪئي ۽ ڪيترائي مقامي خواهه ٻيروني ماڻهو سندن صحبت ۾ فيضياب ٿيا.

**نئين چونڊ** : حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي تبليغي حرص کي مد نظر رکندي 27 صفر 1402هه مطابق 25 ڊسمبر 1981ع ۾ درگاهه الله آباد شريف تي جماعت اصلاح المسلمين جو هڪ اهم اجلاس ڪوٺايو ويو جيڪو 2 وڳي رات تائين جاري رهيو ۽ ان ۾ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا. صدر، حضرت قبله سچڻ سائين مد ظله العالي، نائب صدر، مولانا محمد داؤد صاحب، جنرل سيڪريٽري ، مولانا محمد رمضان صاحب، جوائنٽ سيڪريٽري، مولانا محمد حسن صاحب. حضرت قبله سچڻ سائين جن جي صدارت ۽ قيادت ۾ هن تنظيم ڪافي پنهنجو اڻ ملهايو. تعليمي، تربيتي، تبليغي ڪم ۾ ٻيڻو چوڻو اضافو آيو.

**رمضان جي رحمت :** رمضان مبارڪ ۾ هن تنظيم جا سرگرم ڪارڪن، سخت گرم جهولن جي باوجود ناڪ منجهند جو روزي سان ، ننڍا لائوڊ اسپيڪر کڻي شهرن جي چونڪن، هوٽلن، بس اسٽينڊ ۽ ريلوي اسٽيشن توڙي ڀهراڙي جي ڳوٺن ۾ پهچي رمضان جون رحمتون ۽ برڪتون بيان ڪندا آهن ۽ ڪين روزي نه رکڻ جا وعيد ٻڌائيندا آهن . نتيجي ۾ ڪافي شخص زارو قطار روئندي چوندا آهن ته مولوي صاحب ! جيڪڏهن اوهان رمضان جي شروع ۾ اچو ها ته جيڪر اسان جا هي روزا به قضا نه ٿين ها. هر سال رمضان شريف جي فضيلت ۾ هن تنظيم طرفان ننڍا ڪتاب ، رسالا ۽ پمفليٽ ڇپرائي شايع ڪيا ويندا آهن .

**قيدين سان قرب :** هر سال رمضان شريف کان ٿورو اڳي هن تنظيم ناالي هوم سيڪريٽري طرفان سينٽرل جيل، ڊسٽرڪٽ جيل ۽ سب جيل اندر تبليغ ڪرڻ لاءِ امڙ اجازت نامه موڪليا ويندا آهن، جن جي ذريعي مبلغين حضرات جيل اندر، جيل جي اسٽاف ۽ قيدين کي رمضان جي رحمتن ۽ برڪتن کان علاوه قبر قيامت ۽ آخرت جي فڪر جو پيغام پڻ پهچائيندا رهندا آهن. الحمد لله ! ان تبليغ جو سٺو اثر نڪرندو آهي ڪافي قيدي نماز روزو ۽ تلاوت جا پابند بنجي ويندا آهن. دنيا آخرت جي مصيبتن ۽ پريشانين کان بچڻ لاءِ ڪين الله جي ذڪر جو وظيفو پڻ ڏسيو ويندو آهي. آخر ۾ جيل جي اعليٰ حڪام کان هن تنظيم جي ناالي، بهتر ڪارڪردگي، خدمت ۽ تبليغ جا سرٽيفڪيٽ پڻ ملندا آهن.

**سلف صالحين جا ڏينهن :** هن تنظيم طرفان مختلف موضوعن تي مختلف شهرن۾ جلسا منعقد ڪيا ويندا آهن جن کي تنظيم جا صدر حضرت قبله سچڻ سائين جن خصوصي

خطاب فرمائيندا آهن .

**تربيتي دوره:** سنڌ پنجاب جي مختلف شهرن ۾ هن تنظيم طرفان تربيتي دورن جو انتظام ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ درسِ قرآن، درسِ حديث، فقہ، تصوف، جي عنوانن تي ليڪچر ڏنا ويندا آهن . آخر ۾ حضرت قبلہ سجڻ سائينءَ جن جو خصوصي ٺوارني خطاب ٿيندو آهي .

**خواب جو تعبير :** حضرت قبلہ سهڻاسائين رح جن کي متحده عرب امارات جي جماعت بار بار هلڻ لاءِ درخواستون ۽ التجائون ڪندي رهندي هئي . حضرت صاحب جن بہ گهربل سرڪاري ڪاغذات ٺهرائڻ لاءِ دوستن کي تاڪيد فرمايو ۽ ڪجهہ ڪاغذ بہ تيار ٿي آيا تہ حضرت صاحب جن جي طبيعت مبارڪ ناساز ٿي پئي . 23 ربيع الاول 1403 هہ مطابق 9 جنوري 83ع ۾ جناب اقبال صاحب دبئي کان ويزه کڻي درگاهہ الله آباد پهتو ان وقت حضرت صاحب جن جي طبيعت مبارڪ صحيح نہ هئي تنهن لاءِ پاڻ کيس فرمايائون تہ "مولانا محد طاهر صاحب جن کي پاڻ سان ولي وڃو انشاءالله تعاليٰ جيترو فائدو اسان جي هلڻ سان ٿئي ها اوتروئي فائدو سندن هلڻ سان ٿيندو" مگر جيئن تہ دوست جي محبت جي تقاضاپوري ٿيڻ نہ سبب پاڻ کيس تسلي ڏيندي فرمايائون تہ انشاءالله تعاليٰ پئي پيري طبيعت صحيح رهي تہ هلبو. قدرت خدا جي ان سال جي آخر ۾ حضرت صاحب جن جو وصال ٿي ويو ۽ سندن وصال کان پوءِ 1985ع ۾ حضرت قبلہ سجڻ سائين جن تبليغي سلسلي ۾ متحده عرب امارات ويا ۽ ان سهڻي خواب جو تعبير پورو ٿيو . ياد رهي تہ پاڻ سال 85ع کان 90، تائين 5 ڀيرا متحده عرب امارات جي

مختلف رياستن ابو دبئي ، ابوظهبي ، عمان، همدان ، شارجه وغيره ۾ تبليغ فرمايائون . محبوبن جي ڪافي جماعت آهي متحده عرب امارات اندر جماعت جا ٻي روحاني تبليغي مرڪز پڻ آهن .

# سال 1972ع

**طاهر آباد جو قيام :** ٽنڊوالهيار کان 7 ميل پري چمبڙ روڊ تي ڳوٺ خان محمد بوزدار ۾ حضرت پير مٺا رح جن جي پراڻي پياري محبت واري جماعت آهي . ان جاءِ تي حضرت پير مٺا رح جن ڪافي وقت رهيا آهن ۽ اتي مرڪز بنائڻ جو پڻ ارادو فرمايو هيائون پر افسوس جو سندن اهو ارادو مبارڪ پورو ٿي نه سگهيو ۽ حضرت صاحب جن جو وصال ٿي ويو . حضرت پير مٺا رح جن جي هن نيڪ ارادي کي حضرت قبله سهڻا سائين رح جن پايهء تڪميل تي پهچايو . خلفاء ڪرام جي صلاح مشوره سان . خان محمد بوزدار ڳوٺ جي ٿوري فاصلي تي روڊ سان متصل تقريباسال 1972ع ۾ طاهر آباد شريف جو بنياد پيو. حضرت قبله سهڻا سائين رح جن اولهاري جا ٻه اڍائي مهينا هتي رهندا هئا . هر پندرهين ڏينهن جلسو ٿيندو رهندو هو . ڪراچي ، حيدرآباد ، ٺٽو ، بدين ۽ ٿرپارڪر جي علائقي وارن کي خاص طرح زياده سهوليت هوندي آهي . پهرئين سال ايتريون جايون به تيار ٿي نه سگهيون جو نه برسات تمام گهڻي پئي هئي پر پوءِ به هتي عاشقن صادقن هن تڪليف کي به نهايت ئي خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪندي . درگاهه شريف جي تعمير جو ڪم جاري ۽ ساري رکيو .

**مسجد نبويءَ وارو منظر :** هڪ ڏينهن زرعي

يونيورسٽيءَ جا ڪجهه شاگرد ، محبوبن ، مرشدن ، ڪريمن جي زيارت لاءِ آيا ۽ اچڻ شرط حضرت صاحب جن جي سچا ڪيائون . فقيرن ٻڌايو تہ حضرت صاحب جن اڄهو هي آهن . جيڪي جماعت جي وچ ۾ مسجد شريف لاءِ مٽي جي تغاري مٿي تي کنيو پيا اچن . شاگردن حضرت صاحب جن جي هيءَ خدمت، خلوص ۽ سادگي ڏسي ڏاڍو متاثر ٿيا ۽ چيائون تہ واقعي هي ئي الله وارا ۽ قوم جا سچا خير خواهہ ۽ همدرد آهن. اسان سمجهو پيئي تہ ٻين پيرن وانگر هتي بہ ڪاراشائي خاشائي ۽ وڏو ٺٺ ٺانگر هوندو. حضرت صاحب جن جو پيارو ۽ پراڻو خادم خليفہ حاجي محمد علي صاحب بوزدار هن مرڪز جو نظام سنڀاليندو آهي.

**مدرسي جو قيام** : حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش سان هتي عربي مدرسي **جامعہ عربيہ طاهريہ** جو بنياد وڌو ويو . مُدرس ۽ منتظم ، مذڪور خليفہ صاحب جو صاحبزاده مولوي غلام مصطفيٰ صاحب آهي . هيءُ عالم باعمل، متقي ، مخلص ، محنتي ۽ وفادار شخص آهي .

**مسافر مجاهد** : حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جا پيارا پراڻا، مخلص وفادار، صاحبِ نسبت صاحبِ بصيرت ۽ صاحبِ ڪمالات خليفہ ، حضرت قبلہ سائين نصير الدين شاهہ رح جن پنهنجي پوري زندگي عاشق آباد کان الله آباد تائين گذاري . هڪ گهڙي لاءِ بہ محبوبن کان جدائي سهي نہ سگهيا . آخري عمر ۾ پاڻ تبليغ جي ارادي سان حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي رفاقت ۾ درگاهہ طاهر آباد پهتا ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ سندن طبيعت مبارڪ ناساز ٿي پيئي ۽ پاڻ ان تبليغي سفر ۾ ئي وصال فرمائي ويا . سندن مزار مبارڪ بہ بوزدار فقيرن جي

آبائي مُقام اندر آهي . سندن مفصل ۽ مڪمل احوال ايندڙ صفحن ۾ پڙهندا .

**مقبول مناجات:** مولانا فضل احمد صاحب چانڊيه ٻڌايو ته غالباً سال 1972ع ۾ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن تبليغ جي سلسلي ۾ جڏهن مرحوم حاجي محمد يوسف چنه وٽ محراپور پهتا ته ڪين اچانڪ عوارضات جو حملو ٿيو. جنهن ڪري سندن طبيعت مبارڪ تمام ضعيف ۽ ناساز ٿي پئي ۽ پاڻ محسوس ڪيائون ته شايد اسان جي زندگيءَ جا باقي ڪي چند لمحه وڃي بچيا آهن . جڏهن مٿن اها حالت طاري ٿي ته پاڻ دربار ايزديءَ ۾ هيءَ التجا ڪيائون ته" يا الله العالمين ! منهنجو نورِ نظر ابا ننڍڙو آهي ، مونکي ايتري زندگي عطا ڪر جو آءٌ سندس ظاهري باطني تعليم و تربيت ڪري سگهان. منهنجي هيءَ تمنا آهي ته پاڻ وڏا ٿي دين اسلام جي خدمت ڪن ۽ سچا خادم ٿي رهن" . سندن التجا ۽ دعا جو اهو اثر محسوس ٿيو جو مٿن جيڪو بيماريءَ جو شديد حملو هيو ، اهو ڪافور ٿي ويو ۽ پاڻ بلڪل صحتياب نظر اچڻ لڳا .

## سال 1973ع

**الله آباد جو بنياد :** جيئن ته حضرت قبله سهڻا سائين رح جن ابتدا ۾ مختلف علائقن اندر مرڪز قائم ڪرڻ لاءِ سفر ڪرڻ فرمايو . هر مريد جي اهائي تمنا هئي ته شال ! الله جا محبوب اسان جي پاڙي ۾ سڪونت فرمائين. لهذا مرحوم ڊاڪٽر عبداللطيف چنه به انهن مخلص مريدن مان هڪ هيو ۽ سندن به اهائي دلي تمنا هئي ته محبوبن مرشدن ڪريمن جو پاڙو نصيب ٿئي . سندن صداقت ۽ محبت ٿي هئي جو دربار الله

آباد واروپلاٽ خريد ڪيو ويو .
اوائل ۾ اتي مختصر تعميرات جو ڪم پڻ ڈاڪٽر صاحب رح جي ڪوشش ۽ محنت سان ٿيندو رهيو. ڈاڪٽر صاحب مورو واري هڪ فقير مرحوم رسول بخش مستاني کي حفاظت لاءِ اتي رهايو . جڏهن تہ ڪجهہ جايون ۽ جاءِ نماز جي اڏاوت ٿي ويئي تہ پوءِ پاڻ حضرت صاحب جن کي هن مرڪز ۾ رهڻ ۽ ماهانہ جلسي مقرر ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائون. حضرت صاحب جن ڈاڪٽر صاحب ۽ هن علائقي جي جماعت جي فائدي کي مد نظر رکندي محرم الحرام 1394هہ مطابق سال 1974ع ۾ هن نئين مرڪز کي آباد ڪرڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا ۽ ستاويهن جو ماهانہ موقعو پڻ مقرر فرمايائون. درگاهہ فقير پور کان خلفاء فقراء جا 12 گهر بہ مستقل طور تي منتقل ٿي هن نئين مرڪز ۾ آيا. تقريباً ساڍن ٽن سالن تائين وڏي هال اندر نماز باجماعت پڙهي ويئي ۽ ماهوار جلسہ ٿيندا رهيا . آخر مرحوم ڈاڪٽر عبداللطيف چنہ جي زير نگراني ۾ نئين مسجد شريف جي تعمير پڻ پايہ ء تڪميل تي پهتي . 17 رجب المرجب 1397هہ مطابق سال 1977ع ۾ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي موجودگي ۾ تعلیم و تربيت جو دور شروع ٿيو ۽ ان ڏينهن نماز عصر موجوده مسجد شريف ۾ ادا ڪئي ويئي .

**بزرگن جون بشارتون :** مولانا حاجي بخش ملي صاحب جن ٻڌايو تہ منهنجي عمر تقريباً اٺ نو سال هئي ان وقت سنڌي پهريون يا ٻيون درجو پڙهندو هوس . خواب ۾ ڏسان پيو تہ پري کان ٽي بزرگ اسان جي ڳوٺ اچي رهيا آهن وچ ۾ حضرت پير مٺا رح هيا ساڄي پاسي حضرت سهڻا سائين رح ۽ کابي پاسي خليفہ نوابشاهہ هئا . اهي بزرگ اسان جو ملڪ

ڏسندا ۽ پاڻ ۾ ڳالهائيندا ۽ اشاره ڪندا پيا اچن، ويجهي اچڻ تي معلوم ٿيو تہ حضرت پير مٺا رح جن انهن ڳوٺن ۽ زمين ڏانهن اشارو ڪندي حضرت سهڻا سائين رح جن کي فرمايو تہ هي؛ علائقو اوهان جي حوالي ٿا ڪيون . بعد ۾ اهي ٽيئي بزرگ اسان جي ڳوٺ کان ٿيندا سڌو ان طرف رخ رکيائون جنهن طرف هن وقت درگاهہ الله آباد شريف آهي .

مولانا صاحب ٻيو واقعو هن طرح ٻڌايو تہ پاڪستان کان تقريبا ٻہ سال اڳ مون حضرت پير مٺا رح جن کي دعوت لاءِ عرض رکيو . پاڻ عاشق آباد کان محرابپور آيا ۽ اتان ڪنڊيارو پهچي حضرت صاحب جن منهنجي جاءِ تي تشريف فرما ٿيا . واپسيءَ تي پاڻ جڏهن ڪنڊيارو پهتا تہ ان جاءِ تي اچي بيٺا جنهن جاءِ تي هن وقت درگاهہ شريف جي مسجد شريف آهي . ۾ واري ڳوٺ بالادين مان حضرت صاحب جن لاءِ ڪٽ گهرائي ويئي پاڻ ڪجهہ وقت اتي ڪٽ تي ويٺا، چوڌاري جهنگل هيو بعد ۾ پاڻ تفريح لاءِ جنهن جاءِ تي هن وقت درگاهہ جو باغ آهي ، ان جي چوڌاري گهمندا رهيا ۽ معلوم ائين پيئي ٿيو جڻ تہ پاڻ ڪا خوشبوءِ سنگهي رهيا آهن . پاڻ دعا گهري رهيا هئا تہ "يا الله ! هن جاءِ کي تون آباد فرماءِ".

**دستار فضيلت:** 11 شوال المڪرم 1393هہ 1973ع ۾ درگاهہ فقير پور شريف جي سالياني عرس مبارڪ جي موقعي تي مدرسي "جامعہ عربيہ غفاريہ" مان 22 علماءِ جي دستار فضيلت ٿي.

**ٻن مان ٻاويهہ:** شروع ۾ مدرسي اندر فقط ٻہ طالب هيا ۽ اهي ٻہ وڏي عمر جا هيا . ٻن مان ٻارهن تہ هرڪو ڪري پر محبوبن جي محنت ۽ ڪوشش ٻن مان ٻاويهہ ڪري ڏيکاريا .

انهن خوش نصيب حضرات جا نالا هي آهن . 1 مولوي حبيب الرحمٰن صاحب 2. مولوي محمد رمضان صاحب 3. مولوي محمد داؤد صاحب 4. مولوي غلام حسين صاحب 5. مولوي محمد بشير صاحب 6. مولوي عزيز الرحمٰن صاحب 7. مولوي محمد نواز صاحب 8. مولوي محمد سعيد صاحب 9. مولوي عبدالرحيم صاحب 10. مولوي غلام رسول صاحب 11. مولوي نورالحق صاحب 12. مولوي محمد قاسم گبول 13. مولوي غلام حيدر پٽي
14. مولوي غلام حيدر لاکو 15. مولوي محمد حسن گبول صاحب 16. مولوي شير محمد صاحب 17. مولوي عبدالباقي صاحب 18. مولوي غلام سرور چانڊيو 19. مولوي غلام مصطفيٰ بوزدار 20. مولوي عبدالغفور چانڊيو 21. مولوي رحمت الله صاحب 22. قاري خادم حسين صاحب .

# سال 1975ع

**روحاني طلب جماعت :** حضرت قبله سهڻاسائين رح جن جي محنت ۽ ڪوشش سان ، مولانا عبدالغفور صاحب جن جي ذريعي حيدرآباد شهر ۾ آڪٽوبر 1975ع ۾ " روحاني طلبه جماعت " جي بابرڪت نالي ، نوجوان شاگردن جي تنظيم جو قيام وجود ۾ آيو . شروع ۾ هيءَ تنظيم فقط چند شاگردن جناب خالد صاحب مغل، جناب اسرار احمد صاحب وغيره تي مشتمل هئي . هن تنظيم جو مرڪزي دفتر ، حيدرآباد شهر ۾ سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس جي سامهون ، ايس پي صاحب جي آفيس سان متصل مسجد عمر اسلام ۾ آهي .

**نوجوان نسل جو رجحان :** هن همه گير عالمي

سياسي دؤر طالبن جي طبقي کي اهڙو تہ اسلامي تدرن کان پري رکيو آهي ، جنهن جو ذکر زبان تي بہ آڻي نٿو سگهجي هلندڙ دور اندر شاگرد طبقي نہ رڳو مسلم معاشره کي پريشان کري وڌو آهي پر خود حکومت بہ مايوس ٿي چڪي آهي . سياستدانن شاگردن کي پنهنجو هٿيار بڻائي ڇڏيو آهي ۽ سرکاري املاڪ کي تباهہ کرڻ ، گهيراءُ ، پٿراءُ وغيره جهڙا هاجا کرڻ ، تعليمي ادارن کان ٻاهر نکري . پنهنجي پائرن جي حياتيءَ سان کيڏڻ وغيره شاگردن جو پسنديده مشغلو بڻجي چڪو آهي : شاگرد پنهنجي والدين ۽ استادن جا بي ادب بڻجي چڪا آهن ، تانتہ استادن کي ڌمکائڻ ، ڊيڄارڻ سان گڏ بعض اوقات انهن کي قتل کرڻ کان بہ نہ کيائيندا آهن .

**دين کان دوري:** اهڙي ماحول ۾ رهندي هي طبقو دين اسلام کان گهڻو دور ٿي چڪو آهي . الله جي واجب الوجود هستيءَ جو انکار ، قرآن کريم کي نعوذ بالله پراڻو ڪتاب ۽ دور حاضر لاءِ غير مفيد تصور کرڻ جو رجحان ، يونيورسٽين ۽ کاليجن اندر وڌندو نظر پيو اچي. قبر قيامت ۽ آخرت جي حساب کتاب کي ڏند کٿائون چوڻ، جهاد کي ڦرلٽ سان تشبيهہ ڏيڻ، حورن ۽ غلمانن لاءِ غلط نظريہ پيش کندي ، جنت کي نعوذ بالله فحاشيءَ جو اڏو کوٺڻ کيتري نہ قدر اسان جو ايمان کمزور ٿي چڪو آهي.

**نظر کرم :** حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي نوراني نظر. باطني توجہ ۽ سندن اڻٿڪ محنت ۽ کوشش سان کاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ اصلاح باطن جي تبليغ شروع ٿي نتيجي ۾ ڊاڪٽري، انجنيئرنگ ۽ سائنس پڙهڻ وارا شاگرد انهن جي صورت ۽ سيرت

۾ فيض محمدي جي جهلڪ نمايان نظر پئي اچي . ڏاڙهي باشرع، ڏنڊڻ، دستار، نماز باجماعت، تهجد جي پابندي ، ضروري مسائل جا عالم ۽ تبليغي ڪوششون، هي سندن پڙهيون نوراني نشانيون آهن. شاگرد طبقي ۾ اهڙو تعميري روحاني انقلاب ڏسي دنيا ڪي حيرت آهي. الله وارن جي دعائن برڪتن سان شاگردن جي پنهنجي تعليمي ڪم ۾ به پيٽو چوڻو اضافو آهي. امتحانن ۾ نمايان ڪاميابي ، والدين ۽ استادن جي خدمت ۽ ادب ، دوستن سان مروت ۽ پيار، هن شاگردن کي مقبول بنائي ڇڏيو آهي.

## عظيم الشان ڪانفرنسون: حضرت قبله سڄڻ

سائين جن، حضرت سهڻا سائين رحمة الله جن جي موجودگيءَ ۾ به هن تنظيم جي سرپرستي ڪئي ۽ ڪافي جلسن ۽عظيم الشان ڪانفرنسن ۾ شرڪت فرمائي، کين ضروري هدايتن ۽ مفيد مشورن سان نوازيو .

18-19 صفر 1404هه مطابق 24-25 نومبر 1983ع ساليانه ڪانفرنس بروز خميس ۽ جمع ، مسجد عمر اسلام حيدرآباد، زير صدارت حضرت قبله سڄڻ سائين جن جي تي گذري، مهمان خصوصي مولانا محمد ادريس صاحب جن هيا. بروز خميس عصر تا عشا پروگرام رکيل هيو . مغرب کان عشا تائين شاگردن جو تقريري مقابلو "خدا کا نام ليکر جب جوان ميدان مين نکلينگے جهالت جا ودان کا راسته سب کو دکهادينگے " جي موضوع تي هيو. جنهن ۾ جناب غلام محمد صاحب مورو واري پوزيشن حاصل ڪئي . بروز جمع بعد نماز فجر درس قرآن مولانا حبيب الرحمان صاحب ۽ درس حديث مفتي مولانا عبدالرحمان صاحب ڏنو. صبح جو ستين کان اٺين وڳي تائين "اسلامي معاشره

مين استاد كا كردار" جي موضوع تي شاگردن جي تحريري مقابلي ۾ مورو جي شاگرد مسعود احمد سومرو فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. 9 وڳي ڪان 11 وڳي تائين مولانامحمد حسن صاحب جن تربيتي نشست شروع ڪئي. بعد نماز جمع تاعشا علماء ڪرام جون تقريرون ٿيون. حضرت قبله سجڻ سائين جن صدارتي تقرير دوران ارشاد فرمايائون ته هن عاجز کي شاگردن جي ولوله انگيز تقريرون ٻڌڻ جو شرف حاصل ٿيو تقريرون ته ٻڌيون ويون . مگر مقررين طلبه جي زيارت ٿي نه سگهي ڇو ته هي عاجز پوئتي ويٺو هو. پاڻ فرمايائون ته اڄ روحاني طلبه جماعت پاڪستان جي ساليانه ڪانفرنس جي صورت ۾ منهنجي مرشد مربي حضرت قبله سهڻاسائين رحمة الله عليه جي تمنائن جو عملي تفسير و تعبير اسان جي اکيان آهي. هڪ دفعي منهنجي مرشد مربي فرمايو هو ته اسان جي دل گهري ٿي ته ڪا اهڙي مشنري هجي جو ان ۾ جيڪو مسلمان شامل ٿئي ته اهو مبلغ اسلام بنجي نڪري . اڄ منهنجي مرشد حضرت خواجه غريبنواز حضرت سهڻا سائين رح جن جي خواب جو تعبير هي ذاڪر مجاهد اسلام روحاني طلبه جماعت پاڪستان جا طالب علم آهن . آخر ۾ حضرت قبله سجڻ سائين جن تقريري خواهه تحريري مقابلي ۾ ڪامياب ٿيندڙ شاگردن کي پنهنجي هٿن مبارڪن سان انعام ڏنو ۽ بعد نماز عشا پاڻ روانه ٿي ويا .

**سجڻن جو پهريون سڏ:** حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي وصال کان پوءِ حضرت قبله سجڻ سائين جن پهرين هفتي ۾ حيدرآباد جي روحاني طلبه جماعت جي نوجوانن ڏانهن هڪ ايمان افروز ۽ روحاني پيغام خط ذريعي موڪليو جيڪو مريض ۽ مايوس قوم لاءِ آبِ حيات جو اثر رکي ٿو . پاڻ

لکن ٿا ته منهنجا پيارا ! جنهن به منهنجي مرشد هادي برحق جي هڪ دفعو به صحبت ڪئي آهي ان کي ڪنهن به وعظ نصيحت جي ضرورت نه آهي . خصوصاً اوهان روحاني طلبه جماعت جنهن جي آبياري منهنجي مرشد مربيءَ خونِ جگر سان ڪرڻ فرمائي آهي جو پاڻ اڪثر بيشتر اوهان جو ذڪر فرمائيندي فرمائيندا هئا ته " پهلا پهولا رهے يا رب، چمن ميري اميدون ڪا، جگر ڪا خون د ے د ے ڪر يه بوٹے مين نے پالے هين " اوهان ان شعر مان منهنجي مرشد مربي جو پاڻ سان تلبي تعلق معلوم ڪري سگهو ٿا . ڇا محبوب مرشد اسان کي ايترو فرمائين ۽ اسان وري پنهنجي محبوبن کان ايتري دوري اختيار ڪريون . " جي پاڻئين بخشي ٿيان ته مرد ميدان جو ٿيءُ نه ته پيچي پاسي ٿيءُ متان بخشي بہ لڄائين ".

تبليغ اوهان جي خوراڪ ، اوهان جي پوشاڪ ۽ اوهان جي روح جي غذا هجي . تبليغ کان سواءِ اوهان کي آرام ميسر نه ٿئي . اکر ڪا تجويز هجي ته تبليغ واسطي هجي . ڪا ڳالهه هجي ته تبليغ واسطي هجي. بلڪل ديوانه پنجي وڃو، جڏهن ته اوهان جو منشور آهي" بنکے ديوانه کرين گے خلق کو ديوانه هم؛ برسر منبر، سنائين گے تيرا افسانه هم" ذڪر مراقبه جي ڪثرت هجي . هر وقت الله جي ذڪر ۾ شامل رهڻ ، وڏي عظمي نعمت آهي . تهجد ، مسواڪ، پٽڪي ٻڌڻ ۾ قطعاً سستي نه هجي . غافلن جي صحبت کان دور رهڻ گهرجي، ليڪن ذڪر وارن جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي ، اتباع سنت جو پورو پورو خيال رکڻ گهرجي .

**تنظيم جون برانچون :** روحاني طلبه جماعت جون پاڪستان اندر 147 ۽ متحده عرب امارات ۾ 3 جملہ 150 برانچون آهن. ياد رهي ته هن تنظيم جو سابق صدر ڊاڪٽر منور

حسين ، حضرت سچڻ سائين جن سان گڏ متحده عرب امارات ۾
تبليغ واسطي وڃيو هو. جتي هن پنهنجي محنت ۽ ڪوشش سان
نوجوانن کي حضرت صاحب جن جي فڪر کان آگاهه ڪيو نتيجي
۾ متحده عرب امارات اندر هن تنظيم جون ٽي برانچون کوليون
ويون. هن عاجز وٽ ڊاڪٽر صاحب جي انگريزي ۾ ڪيل
تقرير جي ڪيسٽ موجود آهي .

**تربيتي پروگرام :** هن تنظيم طرفان سنڌ پنجاب اندر 5
. تربيتي پروگرام ٿي چڪا آهن. فيصل آباد ۾ پن ڏينهن وارو
تربيتي پروگرام نهايت ئي ڪامياب رهيو. آخر ۾ حضرت قبله
سچڻ سائين جن خصوصي خطاب فرمايو .

## سال 1977ع

**طالبن جي تربيت طرف توجهه :** حضرت قبله
سهڻا سائين رح جن فرمائيندا هئا ته موجوده دؤر ۾ تعليم
زياده آهي پر طالبن جي تربيت طرف توجه گهٽ آهي . انهيءَ
لاءِ پاڻ وقتاً فوقتاً ڪنهن تربيت يافته خليفه صاحب جي ماتحت ،
ڪجهه وقت لاءِ چند وڏن طالبن کي تبليغ واسطي موڪليندا هئا .
پاڻ هي به فرمائيندا هئا ته سفر ۾ نڪرڻ سان ڪافي فائدو ٿئي
ٿو . طالب ۾ سفر دوران، سستي تڪاسلي نٿي رهي ، ساڳئي وقت
تڪليف برداشت ڪرڻ ، مجاهده ۽ محنت ڪرڻ جو مادو به پيدا
ٿئي ٿو . طالبن کي تبليغ دوران تقرير ڪرڻ ۽ سکڻ جا موقعا به
ميسر ٿين ٿا . طالب کي ذڪر فڪر ، حلقه مراقبه ۽ مطالع ڪرڻ
جو به وقت ملي ٿو . طالب جو تبليغ دوران ڪوبه لمحو اجايو ۽
بيسود نٿو گذري . سڀ کان وڏو فائدو هي آهي ته پنهنجي نفس

جي اصلاح ٿئي ٿي .

**تبليغي تربيتي دوره** : سال 1977ع ۾ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي فرمان سان هڪ وفد درگاهه طاهر آباد (ٽنڊوالهيار) کان ڏهن ڏينهن لاءِ ڪالوڙ (ڪراچي) ڏانهن روانو ٿيو.

**سچڻ جا ساٿي** : هن وفد ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن سان گڏ مولوي عبدالغفور صاحب، مولوي رحمت الله صاحب ، مولوي غلام مصطفيٰ صاحب دين پوري ، مولوي مشتاق احمد صاحب ، مولوي محمد آدم ، مولوي شفيع محمد ۽ مولوي محمد بلال شامل هيا . ياد رهي تہ ان وقت حضرت صاحب جن جي عمر 14 سال هئي .

**تبليغي سفر حاجي گل حسن ڳوٺ** : خميس ڏينهن درگاهه شريف تان روانگي ٿي ۽ جمعرات حاجي گل حسن صاحب وٽ رهڻ ٿيو . هن ڳوٺ اندر حضرت قبله سهڻا سائين رح جن ڪافي ڦيرا آيا هيا . رات جو وعظ نصيحت سان گڏوگڏ ذڪر جو حلقو پڻ ٿيو.

**تبليغي سفر ڪالوڙ** : جمعي نماز جو پروگرام ابو ظهبي جامع مسجد ڪالوڙ ۾ رکيل هيو . جمع نماز کان اڳ مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز جمع حضرت قبله سچڻ سائين جن خطاب فرمايو . آخر ۾ سڄي جماعت نهايت محبت ۽ عقيدت سان حضرت صاحب جن سان مصافح ڪيو.

**تبليغي سفر ڪاڇيلن جو ڳوٺ** : اتان ڪاڇيلن جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو . بعد نماز مغرب مولوي عبدالغفور صاحب

تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت صاحب جن نوراني خطاب فرمايو . بعد ۾ ذڪر جو حلقہ مراقبو ٿيو . ياد رهي تہ محمد بلال صاحب استاد ۽ پيش امام بہ ٿي رهيو هيو.

**تبليغي سفر ٻُراقوم جو ڳوٺ:** ڇنڇر ڏينهن ٻُراقوم جي ڳوٺ، جيڪو جبل الدر هيو، ڪافي ميل پنڌ ڪري اتي پهچڻ ٿيو . بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي . بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نصيحت فرمائي ۽ عشا نماز کان پوء مولوي مشتاق احمد صاحب تقرير ڪئي .

**تبليغي سفر درمحمد ڳوٺ:** آچر ڏينهن مولانا ڪريم بخش صاحب جن وٽ ، درمحمد ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز عشا جلسو شروع ٿيو . شروع ۾ مولانا ڪريم بخش صاحب جن تمهيدي ڪلما فرمايا . ان کان پوء مولوي عبدالغفور ۽ مولوي محمد آدم تقريرون ڪيون . آخر ۾ حضرت صاحب جن خطاب فرمايو .

**تبليغي سفر دنبہ ڳوٺ:** سومر ڏينهن اتان دنبہ ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز عشا جلسو شروع ٿيو . شروع ۾ مولوي عبدالغفور ۽ مولوي محمد آدم تقريرون ڪيون ۽ آخر ۾ حضرت صاحب جن خطاب فرمايو .

**تبليغي سفر حاڪو بروهيءَ جو ڳوٺ:**
اڱاري ڏينهن حاڪو بروهيءَ جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو . هن ڳوٺ ۾ مولوي محمد آدم رهندو آهي . بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي . بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن خطاب فرمايو ۽ ذڪر جو مراقبو ڪرايو . بعد نماز عشا مولوي مشتاق أحمد صاحب تقرير ڪئي .

## تبليغي سفر بروهين جو ڳوٺ (گڏاپ):

اربع ڏينهن گڏ اپ جي طرف بروهين جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو . بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي . بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نصيحت فرمائي . ان کانپوءِ مولوي محمد آدم ۽ مولوي مشتاق احمد تقريرون ڪيون . هن سفر دوران تمام گهڻي برسات پيئي هئي . محبوبن جي مهرباني ٿي جو حب نديءَ جي وهي اچڻ کان سرف اڌ ڪلاڪ اڳ نڪرڻ ٿيو . اتان ڪنڊو ڳوٺ ( ڪراچي ) پهچڻ ٿيو ۽ اتان درگاهه طاهر آباد روانگي ٿي. ياد رهي ته مٿين تبليغي سفر دوران ، حضرت صاحب جن جي تقرير واري ڪيسٽ هن عاجز وٽ محفوظ آهي .

**واڻ ويندي مهرباني :** مولوي محمد ابراهيم صاحب ٻڌايو ته هن سفر دوران حضرت صاحب جن جڏهن اسان جي ڳوٺ حاڪو بروهيءَ ۾ آيا ته ان وقت آءُ ننڍي عمر جو هيس پاڻ نهايت ئي محبت ، شفقت ۽ پيار سان علم جي فضيلت بيان فرمايائون . سندن پُردرد ، پُر اثر، انداز بيان مونکي موهي وڌو ۽ ان ڏينهن کان هن عاجز جي دل اندر ديني علم پڙهڻ جو شوق ۽ جذبو پيدا ٿيو . الحمد لله ! اڄ اهو ساڳيو مولوي محمد ابراهيم صاحب، جنهن کي هر ننڍو وڏو عقيدت ۽ محبت وچان مامون ڪري سڏيندو آهي ، مدرسي جامعہ عربيہ غفاريہ الله آباد مان علم حاصل ڪري ، ساڳئي مدرسي اندر مُدرس جا فرائض انجام ڏئي رهيو آهي .

**ڪاملن جو ڪمال :** مولوي صاحب جن لاءِ هن کان زياده ٻي ڪهڙي سعادت هجي جو سندس نيڪي تقويٰ ڏسي ڪري ، حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن ڪيس پنهنجي خاندان ۾

داخل ڪندي، پنهنجو داماد بڻايو. عام طرح اهو پڌرو پر ايندو آهي ته اڳيان بزرگ استاد پنهنجي ڪنهن نيڪ صالح شاگرد کي پنهنجي نياڻي ڏيڻ پر عار محسوس نه ڪندا هئا . مگر هت ته حضرت صاحب جن ڪمال ڪري ڏيکاريو جو ذات پات جا ويڇا ختم ڪري ، هڪ شاگرد رشيد سان گڏ مريد صادق جي مٿان به هيڏي مهرباني فرمايائون .

**ديدار جي دولت :** 11 ذوالقعده 1397هه مطابق 1977ع ۾ درگاهه فقير پور شريف تي ساليانه جلسو هيو حضرت قبله سهڻا سائين رح جن ڪرسيءَ تي ويهي تقرير فرمائي رهيا هيا ته تقرير دوران اوچتو اٿي بيهي رهيا ۽ خلاف معمول سامعين ڏانهن پٺي ڏيندي، قبله طرف منهن ڪندي، جنهن ڪيف ومستي جي عالم ۾ هيءُ هيٺيان اشعار پڙهي رهيا هيا ، ائين پئي محسوس ٿيو ته گويا بارگاهه رسالتمآب ﷺ ۾ روبرو حاضر ٿي باادب بيهندي، ديدار ڪندي ، پنهنجي دل جي ترجماني ڪري رهيا هيا. رقت آميز ۽ ولوله انگيز لهجه ۾ دل جي گهراين سان بار بار هي اشعارچوڻ وارو عجيب و غريب ، روح پرور منظر به ڏسڻ جهڙو هيو اهي اشعار هي هيا .........

نسيما جانبِ بطحيٰ گذر ڪن ، زاحوالم محمد ﷺ راخبر ڪن
بسے اندر عذابم يا محمد ﷺ، علاج غم ندارم يا محمد ﷺ
بر برين جان مشتاقم به آنجا ، فدائے روضئے خير البشر ڪن .
توئي سلطان عالم يا محمد ﷺ زروئے لطف سوئے من نظر ڪن.
برون آور سر از برو يماني ، زروئے تست صبح زند گاني .
زمهجوري بر آمد جان عالم ، ترحم يا نبي الله ترحم

**قال ۽ حال جو مناظره :** بس ، اهي حال جو ڳالهيون

آهن ، ڦال وارن کي سمجهه ۾ ڏکيون ايندیون . انهي موقعي تي
هن عاجز کي هڪ عجيب و غريب واقعو ياد اچي ٿو ته هڪ
ڀيري حضرت شمس تبريز رح جن مدرسي ۾ آيا ڏٺائون ته
مولانا جلال الدين رومي رح طالبن کي پڙهائي رهيو آهي پاڻ
ڪتابن ڏانهن اشارو ڪندي ڪيس فرمايائون ته " اين چيست "
هي ڇا آهي ؟ مولانا جواب ۾ فرمايو ته " اين قال ايست " هي قال
جون ڳالهيون آهن " تو نمي داني " تنهنجي سمجهه کان مٿي آهن
. جڏهن مولانا جاءِ ڏانهن روالو ٿيو ته بزرگ اهي قلمي ڪتاب
کڻي چشمي ۾ وجهي ڇڏيا . جڏهن اها خبر مولانا صاحب کي
پئي ته ڏاڍ و ڪاوڙيو ۽ چيائين ته چريا هي ڇا ڪيئي، سمورو
علم لوڙهي ڇڏيئي . پاڻ فرمايائون ته مولوي صاحب ، افسوس
تنهنجي حال تي . ڇا ! تنهنجو علم رڳو ڪتابن تائين محدود هيو.
ائي چئي چشمي اندر هٿ وجهي . ڪتاب باسلامت ڪڍي
ورتائين . ايتري تائين جو انهن ڪتابن جي اندرين صفحن مان به
دزي اڏامي رهي هئي . هيءَ حالت ڏسي مولانا صاحب حيرت مان
پڇيو ته " اين چيست " هي ڇا آهي ؟ بزرگن فرمايو ته " اين
حال ايست " هي حال جون ڳالهيون آهن " تونمي داني " تنهنجي
سمجهه ۽ سوچ کان مٿي آهن . عرض ڪيائين ته قبلا ! مهرباني
ڪري مونکي بيعت ڪيو ۽ منهنجي مٿان به مهرباني فرمايو .

مولوي هر گزنشدمولائے روم تا غلام شمس تبريزي نشد.

## سال 1978ع

**تکبير اوليٰ جي اهميت :** حضرت قبله سچڻ
سائين جن ٻڌايو ته 25 جنوري 78ع تي پڙهڻ دوران ڪجهه

طالبن جي نماز مغرب واري تڪبير اوليٰ قضا ٿي ويئي . حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن گهڻو ناراض ٿيا ۽ تڪبير اوليٰ قضا ڪندڙ طالبن کي جدا ويهاري ، انهن سان عذر خواهي ڪئي ويئي .

**تڪبير اوليٰ جي فضيلت** :حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن فرمايو تہ ڪنهن اصحابي سڳوري ، محبوبن ڪريمن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو تہ قبلا ! منهنجو وڏو نقصان ٿيو آهي . حضور اڪرم ﷺ جن جي پڇڻ تي ٻڌايائين تہ سائين ! ڏهہ اٺ سامان سميت گم ٿي ويا آهن . پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي ايڏي وڏي پريشاني ڏسي ڪري ، اسان سمجهيو تہ شايد توکان تڪبير اوليٰ فوت ٿي وئي آهي .

پاڻ هي واقعو بہ ٻڌايائون تہ حضرت حاتم اصم رح کان جڏهن تڪبير اوليٰ فوت ٿي تہ ڪين ايترو تہ صدمو پهتو جو سڄو بلخ جو شهر وٽن عذر خواهيءَ لاءِ آيو.

**عجيب اصلاحي طريقو:** غالبا 27 جنوري 78ع جو واقعو آهي. مولوي محمد عاشق عباسي ٻڌايو تہ پڙهڻ واري وقت ۾ اسان ڪجهہ طالبن کان نماز فجر واري جماعت قضا ٿي ويئي. حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن انهن طالبن کي جماعت کان جدا ويهاري ، هڪبئي کان نصيحت ڪرايائون. پاڻ اهي الفاظ ٻڌائيندا ويا ۽ اسان هڪبئي کي چوندا وياسون. مولوي محمد عاشق صاحب ٻڌايو تہ حضرت صاحب جن مونکي فرمايو تہ اوهان مولوي حبيب الرحمان چانڊيہ کي هن نموني نصيحت ڪيو تہ انسوس ! صد انسوس !! تو جهڙو عاشق صادق ، پير جو پروانو، ديوانو مستانو، جذبائي فقير، توکان بہ فجر نماز جي جماعت قضا ٿي وئي. وري مولوي حبيب الرحمان کي فرمايائون تہ توهان مولوي

محمد عاشق کي ھن نموني نصيحت ڪريو تہ زورآورا توکي ڇا ٿيو، تو جھڙو صوفي، محبت وارو، محبوبن جو نعت خوان، توکان بہ جماعت قضا ٿي ويئي انا لله وانا اليہ راجعون. مولوي محمد عاشق صاحب ٻڌايو تہ ان ڏينھن کان ولي، تعليم دوران مون کان ڪڏھن بہ جماعت قضا نہ ٿي.

**اتباع سنت** : 29 جنوري 78ع بروز آچر، حضرت قبلہ سھڻا سائين رح جن بعد نماز ظھر مسجد شريف اندر سنت طريقي اچڻ ، قيلولہ ڪرڻ ۽ وٺ پچائڻ وغيره متعلق پڇا ڪرڻ بعد اتباع سنت جي فضيلت ۾ ھيء حديث مبارڪ بيان فرمائي "من احب سنتي فقد احبني من احبني كان معي في الجنة " او كما قال النبي ﷺ جنھن منھنجي طريقي سان محبت رکي تنھن تحقيق مون سان محبت رکي ، جنھن مون سان محبت رکي اھو مون سان گڏ جنت ۾ ھوندو .

**علم دين جو شڪريہ** : 31 جنوري 78ع بروز اڱارو بعد نماز ظھر حضرت قبلہ سھڻا سائين رح جن سيني شاگردن کي گھرائي، فارسي وارن طالبن کي صيغن ۽ جملن آڻڻ جو حڪم ڪيو ، جيڪي ھو روزانہ لکندا رھندا ھئا . بعد ۾ موجوده استادن اھي صيغا ۽ جملا ڏٺا . پاڻ عربي وارن وڏن شاگردن کي فرمايائون تہ اوھان اٿي وڃي شڪراني جو نفل پڙھي اچو ۽ ھيء دعا گھرو تہ "يا الله ! تنھنجو ھي عظيم احسان آھي جو تو اسان کي ھي علم ۽ نيڪ صحبت عطا فرمائي ۽ دنيا جي تعلق کان علحده رکي ، مدرسي اندر ديني تعليم نصيب فرمائي".

**اکين جو آپريشن** : 15 ربيع الثاني 1398ھ مطابق 25 مارچ 78ع بروز ڇنڇر ، حضرت قبلہ سھڻا سائين رح جن شجاع

آباد مان اکين جي ڪامياب آپريشن بعد واپس درگاهہ الله آباد شريف پهتا .

**معراج المؤمنين :** مرحوم ڊاڪٽر عبداللطيف چنہ هن عاجز کي ٻڌايو تہ آپريشن دوران حضرت صاحب جن جي ڪابہ نماز قضا نہ ٿي ، حڪيم صاحب جي چوڻ تي پاڻ اشارن تي نماز ادا ڪندا هئا . پنجن ڏينهن کان پوءِ ان شرط تي اجازت ملي تہ پندرهن ڏينهن تائين رڪوع ۽ سجدا نہ ڪندو بلڪ اشارن سان ادا ڪندو . واپسي دوران ٽرين جڏهن خانيوال اسٽيشن تي بيٺي تہ ڌيرن دستور مطابق فرض نماز جماعت سان پليٽ فارم تي پڙهي ۽ حضرت صاحب جن بہ جماعت سان نماز ادا ڪئي پر هن ڀيري پاڻ پوري طرح رڪوع ۽ سجدا ڪيائون . فرض نماز کان پوءِ جڏهن گاڏي اندر ويهڻ ٿيو تہ ڊاڪٽر صاحب عرض ڪيو تہ قبلا ! اوهان کي حڪيم صاحب واري هدايت تہ ياد هوندي . پاڻ فرمايائون تہ هائو مونکي پوري طرح ياد آهي . مي عاجز وڏ ٻر وڏ احتياط رکندو آهي پر جڏهن هي عاجز الله اڪبر چئي نماز اندر شروع ٿيو تہ اهو خيال نہ رهيو تہ ڪو آپريشن ٿيل آهي .

**والدين جو ادب :** 3 اپريل 78ع بروز سومر بعد نماز ظهر، حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن حقوق الوالدين جو تاڪيد ڪندي ، طالبن کي نصيحت فرمايائون تہ اوهان صحيح معني ۾ طالب ۽ اهل علم تڏهن شمار ٿيندو جڏهن والدين جي صحيح نموني خدمت ڪندو. اوهان جي وڏي خوش قسمتي آهي، جن جا والدين زنده آهن . ان نعمت جو قدر اڄ اسان وانگر انهن کي ٿيندو ، جيڪي ان نعمت کان محروم آهن . ڪيڏانهن ٻاهر

وڃڻ چاهيو تہ گهران موڪلائي ، والدين جي هٿن ۽ پيرن کي چميون ڏيئي دعا گهرائي پوءِ نڪرو . والدين جي هٿن يا پيرن چمڻ ۾ ڪو گناهہ ڪونهي . حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ ڪنهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ! سڀ ڪان زياده مون تي ڪنهن جو حق آهي . پاڻ فرمايائون أمڪ تنهنجي ماءُ . ٻي ڀيرا عرض ڪيائين ، پاڻ ٽيئي ڀيرا اهو ساڳيو جواب ڏنائون . آخر چوٿين دفعي پڇڻ تي فرمايائون ابوڪ تنهنجو پيءُ.

## والده جو ادب حضرت سهڻا سائين ر ح:

حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن پنهنجي والدہ ماجده جو وڏ ۾ وڏ ادب ۽ احترام ڪندا هئا . پاڻ جڏهن بہ ٻاهران سفر تان موٽي گهر ۾ ايندا هئا تہ پهريائين والدہ صاحبہ جي قدم بوسي ڪري ، تنهن ڪانپوءِ پنهنجي زوجہ محترمہ وٽ ويندا هئا. سندن زنده دل والدہ صاحبہ جي دور بين نگاهہ بہ سندن مٿاهين مرتبي ۽ مستقبل جي معمار هجڻ کان بيخبر نہ هئي ، تنهنڪري ٻيبي سڳوري ڪين پيرن تي هٿ رکڻ نہ ڏيندي هئي . آخر پاڻ گوڏا پڃي، نهايت ئي ادب احترام ۽ محبت سان پرسان ويهي رهندا هئا.

## والده جي خدمت حضرت سهڻا سائين ر ح:

حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن ٻڌايو تہ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جڏهن مدرسي ۾ ديني علم پڙهندا هئا ۽ دير دير سان گهر ايندا هئا ت، سندن والدہ ماجده سخت پريشان ٿيندي هئي. چو تہ ماءُ کي هميشہ ٻچي جو فڪر رهندو آهي تہ خبر نہ آهي پر ديس ۾ سندس وقت ڪيئن ٿو گذري ، ماني بہ الائي ڪهڙي ۽ ڪڏهن ملندي هوندي . پاڻ پنهنجي والدہ جي پريشاني دور ڪرڻ ۽ تسلي ڏيڻ لاءِ خط لکڻ ۾ هيءَ حڪمت عملي اختيار ڪندا

هئا تہ منهنجي امان سائڻ ! گهر تہ تون مونکي رکو سنون
کارائيندينءَ پر هت تہ تنهنجو ٻچو پلاءُ، زردا پيو کائي. حالانک
ائين نہ هوندو هو . پاڻ جڏهن بہ گهر ايندا هئا تہ رسو ۽ کهاڙو
کٺي جهنگ مان مهيني جون کاڻيون کپي ايندا هئا ۽ پيو گهر جو
سيڌو سامان ولي ڏيئي کري پوءِ مدرسي ويندا هئا .

**ماءُ جي دعا حضرت سهڻا سائين ر م:** حضرت
قبلہ سهڻا سائين رح جن جڏهن بہ مدرسي مان پڙهي ، واپس گهر
ايندا هئا تہ سندن والدہ ماجدہ کين ڏسڻ سان باغ بهار ٿيندي هئي
۽ خوشي وچان بسم الله ! الحمد لله!! چوندي هئي ساڳئي وقت کين
هن نموني دلي دعائون ڏيندي هئي تہ الله تعالیٰ توکي وڏي ڄمار
ڏيئي. وڏو نيک عالم کري ۽ صالح اولاد عطا فرمائي .

**وقت جي غوث جي بشارت :** حضرت پير مٺا رح
جن هک پيري لائوڊ تي تقرير دوران ، حضرت سهڻا سائين رح
جن جي تعريف فرمائي ۽ ان سان گڏوگڏ هي بہ فرمايائون تہ
مولوي صاحب ( حضرت سهڻا سائين رح ) کي ماءُ جي دعائن
رڳي چڙهيو آهي. کين نيکي، تقويٰ بزرگيءَ جي درجات تي بہ
ماءُ جي دعائن پهچايو آهي .

**سجڻن جو سهارو :** حضرت قبلہ سجڻ سائين جن ٻڌايو
تہ مي عاجز جڏهن بہ سفر تي ٻاهر ويندو آهي يا سفر تان واپس
موٽندو آهي تہ پهريائين پهريان پنهنجي والدہ ماجدہ جي قدمبوسي
کندو آهي حالانک امان سائڻ قدمن تي هٿ رکڻ نہ ڏيندي آهي
بلک نهايت ئي شفقت محبت وچان دلي دعائون ڏيڻ فرمائيندي
آهي. بس هي سڀ کجهہ سندن ئي دعائن جو سهارو آهي .

**پهريون عرس مبارڪ درگاهه الله آباد:** اپريل 78ع ۾ درگاهه الله آباد شريف تي سڀ کان پهريون عرس مبارڪ ٿيو، جنهن ۾ سنڌ، پنجاب، سرحد، بلوچستان مان هزارن جي تعداد ۾ اهل ذڪر، علماء، فقراء ۽ خدا جا برگزيده بندا اچي شامل ٿيا. دستور مطابق صبح جي ختم شريف بعد حضرت قبله سهڻا سائين رح جن نوراني خطاب فرمايو. تقريباً ٻن ڪلاڪن جي لڳاتار خطاب دوران بارها مٿن وجد ۽ جذب جي حالت طاري ٿيندي رهي ۽ اهل ذڪر فقراء به گريه زاريءَ ۾ مست هيا.

**پهرين قرباني:** هڪ وقت اهڙو به آيو جو پاڻ انهيءَ جذبي جي حالت ۾ پنهنجي عزيز القدر صاحبزاده حضرت قبله سچڻ سائين جن کي ياد فرمايائون، جيئن ته حضرت سچڻ سائين جن ڪنهن به مجلس اندر نمايان طور ويهڻ پسند نه ڪندا هئا ۽ گهڻو ڪري پوئتي ئي ويهي رهندا هئا. حضرت صاحب جن جي ياد آوريءَ تي پاڻ اچي حاضر ٿيا. ان وقت سندن عمر 15 سال هئي. حضرت صاحب جن پنهنجي صاحبزاده جي ٻانهن کان وٺي، جماعت کي گواه بڻائي فرمايائون ته "يا الله! منهنجي هيءَ قرباني قبول ڪرڻ فرماءِ ۽ هن کي دين متين جي خدمت جي توفيق عطا فرماءِ". انهي دوران حضرت صاحب خواه فقيرن جي مٿان وجد ۽ گريه جي حالت طاري هئي.

**بهترين تربيت:** 8 آگسٽ 78ع رمضان المبارڪ بروز اڱارو، حضرت قبله سچڻ سائين جن پنهنجي سائين سميت سائين رفيق احمد شاه صاحب جي رفاقت ۾ ڪراچي طرف روانا ٿيا. حضرت قبله سهڻا سائين رح جن سائين شاهه صاحب کي

گهرائي فرمايو تہ اوهان هر طرح هڻ جي تربيت جو خيال رکجو . سفر دوران هڪ يا ٻہ ميل پيادل سفر بہ ضرور ٿئي . عبادات ۽ نوافل طرف خصوصي توجہ رهي . صلواة الاوابين بعد نماز مغرب 3 نفل ، اشراق ، تهجد ۽ وقتاً فوقتاً صلواة تسبيح بہ پڙهڻ گهرجي .

## وصال پر ملال ڊاڪٽر عبداللطيف چنہ: 28

رمضان 1398هہ 3 سيپٽمبر 78ع بروز آچر صبح جو 10 وڳي سول اسپتال حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر صاحب چنہ جو وصال ٿيو. حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن درگاهہ طاهر آباد کان عيادت لاءِ سول اسپتال پهتا تہ ڊاڪٽر صاحب آخري پساهن ۾ هيو . "پٺي کڻي پساهہ ، پسڻ کارڻ پرينءَ جي." ڊاڪٽر گويا محبوبن مرشدن ڪريمن جي انتظار ۾ هيو . حضرت صاحب جن جي پهچڻ تي ، محبوبن سان ،مصافحہ ڪري ، هٿ مبارڪ چمي اکين تي رکيائين . معلوم ائين پئي ٿيو تہ ڊاڪٽر صاحب ٻانهون ٻڌي، جهيڻي آواز ۾ . محبوبن کان معافي وٺي ، موڪلائي رهيو آهي . سندن اکين مان آب جاري هيو ، الله جي ذڪر ۾ ، ديدار واري دولت هٿ ڪندي ، اجل کي لبيڪ چئي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. انا لله وانا اليہ راجعون .

**سچو ساٿي** : حضرت صاحب جن جڏهن واپس درگاهہ طاهر آباد پهتا . فرمايائون تہ اڄ هڪ خدا جي ولي جو انتقال ٿيو آهي . ٻئي ڏينهن بعد نماز فجر ، مراقبہ کانپوءِ مرحوم حاجي عبداللطيف چنہ جن لاءِ ختم شريف پڙهيو ويو ، جيڪو حضرت صاحب جن پاڻ بخشرايو. پاڻ فرمايائون تہ ڪنڊياري ۾ بہ

حاجي صاحب جي سڪ ۽ محبت آندو هيو. هن عاجز تي حاجي صاحب رح جا اڻ ڳڻيا احسان آهن. هي عاجز جڏهن به بيمار ٿيندو هو ته حاجي صاحب هميشہ ساڻ هوندو هو حالانڪ پيا عزيز قريب ، يار دوست به گهڻا هيا پر اها سندن وفاداري ۽ محبت هئي، جنهن کين ڏک جي وقت ۾ به گڏ رهڻ لاء مجبور ڪيو. هي عاجز پاڻ حاجي صاحب کي چوندو هيو ته اوهان پنهنجي ڪوٺيءَ تي اچو. گهڻي چوڻ کان پوء به ڪا هڪ به رات مشڪل گهر رهي وري واپس موٽي ايندو هو. حالانڪ پاڻ گهڻي ڪاروبار وارا هيا ، الله تعاليٰ کين سڀ ڪجهہ ڏنو هيو.

**دين دنيا جون ڀلايون:** حضرت قبلہ سهڻاسائين رح جن جڏهن سول اسپتال ڪراچي ۾ زير علاج هيا تہ ڊاڪٽر صاحب پورو وقت حضرت صاحبن جن سان گڏ رهيو. سال 1974ع جو واقعو آهي هڪ ڀيري ڊاڪٽر صاحب هن عاجز کي ٻڌايو تہ فتح محمد ! ڪنڊيارو ۾ اسپتال جو وڏو ڪاروبار آهي روزانہ 400/ روپيہ آمدني آهي. هن عاجز کي ان باري ۾ ڪڏهن خيال بہ نہ آيو آهي. سڀ ڪجهہ ڪمپائونڊر جي حوالي ڪري، محبوبن جي خدمت ۾ هت اسپتال رهيو پيو آهيان. مرشدن جون مهربانيون جو جڏهن واپس ڪنڊيارو پهتس تہ اسپتال اندر ايتري تہ رش لڳي ويئي جو پير رکڻ جي بہ جاء نہ هئي. اسپتال رهڻ واري ٿوري عرصي ۾ اها ليٽ پرجي ويئي بلڪ ان کان بہ زياده ملي ويو.

**محبت جو اظهار:** حضرت قبلہ سهڻاسائين رح جن جڏهن آڪٽوبر78ع ۾ طاهر آباد کان واپس درگاهہ الله آباد پهتا تہ پاڻ هن عاجز کي ولي، جيپ ذريعي مرحوم ڊاڪٽر حاجي

عبداللطيف چنہ جي مزار تي تشريف فرما ٿيا . سندن قلبي
ڪيفيت ۾ حالت عجيب هئي . سندن اکيون اشڪبار هيون . ختم
شريف بخشي . جڏهن ٻاهر آيا تہ ميان طيب الدين وارن حضرت
صاحب جن کي ويهڻ لاءِ عرض ڪيو . پاڻ نهايت ئي ڏکايل
انداز ۾ فرمايائون تہ ڪنڊيارو ۾ بہ حاجي صاحب جي محبت
آندو هيو ۽ هت بہ حاجي صاحب جي محبت آندو آهي بس ائين
چئي جيپ ڏريمي درگاهہ الله آباد شريف روانا ٿي ويا .

**سهڻي سعادت :** ياد رهي تہ حضرت صاحب جن کي
هڪ لخت جگر يڪتائي گوهر آهي . ڪافي مريدن ۽ معتقدن
رشتي لاءِ ميڙون مڻٿون ، آزيون نيزاريون ڪيون . سالن جا سال
سڪ ۾ رهندي ، سيج سجائيندا رهيا ، پر بخت جي بازي آهي
" ڪنهن کي ووڙيندي ورهيہ لنيا تہ ڪن کي راتو مليو رات ۾ "
اها نيڪ سعادت . لازوال نعمت مرحوم حاجي عبداللطيف چنہ
جي ئي حصي ۾ لکيل هئي . الحمد لله! سندن دختر نيڪ اختر
حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي نڪاح ۾ آئي . جڏهن حاجي
صاحب جي نياڻيءَ واري ڪيل وصيت ۽ دلي تمنا پوري ٿي هوندي
تہ حاجي صاحب جي روح کي ڪيڏي نہ راحت پهتي هوندي .

**اعليٰ تعليم :** 17 سيپٽمبر 78ع ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين
جن اعليٰ تعليم واسطي، پنهنجي سائين مولوي محمد سعيد
صاحب ، مولوي عبدالرحيم صاحب، مولوي محمد عاشق عباسي،
مولوي غلام مصطفي دين پوري، مولوي شفيع محمد صاحب ۽
مولوي محمد سليمان سميت، حضرت مولانا رفيق احمد شاهہ
صاحب جي رفاقت ۾ المرڪز القادريہ ڪراچي ۾ داخلا ورتائون،

پاڻ شيخ الحديث حضرت مولانا منتخب الحق صاحب رح جن کان تعليم حاصل ڪري، پنهنجي محنت ڪوشش ۽ همت سان هڪ اهڙي مدرسي مان فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪيائون. جتي پاڪستاني طلبہ کان علاوه بيروني ممالڪ افريقہ. گهانا. انڊونيشيا، برما ۽ افغانستان جا طالب بہ زير تعليم هيا.

## استاد محسن ۽ عالم دين حضرت مولانا منتخب الحق صاحب ر ح:

حضرت علامہ مولانا منتخب الحق صاحب تادري رح ، جيڪي 1914ع ۾ هندوستان اندر پيدا ٿيا ۽ پاڻ اتي ئي وقت جي مايہ ناز علماء کان تعليم حاصل ڪيائون . انهن تہ سندن جي اساتذه ڪرام ۾ تمام وڏا وڏا ناميارا علماء آهن مگر بالخصوص حضرت علامہ مولانا معين الدين اجميري رح جن جا شاگرد هيا. پاڻ شاگرديءَ وقت بہ ممتاز طالب العلم رهيا آهن. هڪ هڪ فن ۾ تخصص حاصل ڪيائون. پاڻ انتهائي ذهين، محنتي ۽ نيڪ صالح هئا. پاڻ 21 سالن جي عمر ۾ هندوستان جي شهر ڊاڀيل ۾ صدر مدرس رهيا. ان وقت اداره اندر تقريبا اڍائي هزار طالب هيا. پاڪستان جي قائم ٿيڻ کانپوءِ پاڻ ڪراچي جهڙي بين الاقوامي شهر اندر ديو بندي خواه بريلوي مڪتبہ فڪر جي چوٽيءَ جي ديني مدارس اندر شيخ الحديث رهيا آهن. مفتي محمد شفيع جي موجودگيءَ ۾ دارالعلوم ڪراچي، دارالعلوم امجديہ، قمر الاسلام، سليمانيہ ۽ دار العلوم قادريہ ۾ پڻ شيخ الحديث رهيا آهن. ان سان گڏوگڏ ڪراچي يونيورسٽي ۾ پروفيسر پڻ هيا. پاڻ هر فن ۾ خصوصي مهارت رکندڙ هيا بالخصوص فن حديث ۾ بخاري ۽ مسلم

شريف جا گويا حافظ هيا. پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ پنجاهه کان زياده دور حديث پڙهايو اٿن. سندن جي سند نهايت ئي عالي هئي. سندن وٽ ٽي سندون هيون، جن مان هڪ سند مطابق سندن ۽ شاهه ولي الله جي درميان صرف ٽي واسطا (ڏاڪا) آهن.

**سجڻن جي سند :** حضرت قبله سجڻ سائين مدظله العالي جن حضرت مولانا منتخب الحق صاحب رح کان اعليٰ تعليم حاصل ڪئي. ان وقت حضرت صاحب جن جي عمر 15 سال هئي.

**شيخ الحديث جا تاثرات :** مولانا عبدالرحيم صاحب جن ٻڌايو تہ مدرسي جا منتظمين ۽ اساتذه . جماعت جي طلبہ جا اخلاق ، تعليم ، تقويٰ ۽ نيڪيءَ کان ايتري قدر متاثر ٿيا جو دستاربنديءَ جي موقعي تي مذڪوره مدرسي جو مهتمم ڊاڪٽر علوي صاحب چوڻ لڳو تہ افسوس ! اڄ اسان جي مدرسي مان بهتر کان بهتر طلبہ رخصت ٿي رهيا آهن. ان تي حضرت شيخ الحديث مولانا منتخب الحق صاحب جن فرمايو تہ اوهان جي هيءَ خوش قسمتي آهي جو مدرسي جي ابتدا هنن ذهين باصلاحيت طلبہ کان ٿي آهي . خصوصا حضرت قبله سجڻ سائين جن کان ايتري قدر تہ متاثر ٿيا جو فرمايائون تہ "مون وٽ سوين طلبہ تعليم حاصل ڪندا رهيا ليڪن آءُ پنهنجي پنجاهہ سالہ تجربہ ۽ مشاهده جي بنا تي هي چوندي فخر ۽ خوشي محسوس ٿو ڪيان تہ ايتري وقت کان پوءِ هڪ طالب علم اهڙو بہ پڙهيو آهي جو صحيح معنيٰ ۾ صاحبِ تقويٰ بزرگ صفت، عالمِ دين آهي".

**ڄاتل سڃاتل شخصيت :** المرڪز القادريہ جا

هڪ استاد مولانا ڀمل صديقي صاحب . جيڪي معاشيات ۽
تاريخ اسلام جو پيرڊ پڙهائيندا هئا. عموماً مزارات تي وڃڻ ۽
پيري مريدي واري سلسلي کان بي تعلق رهندا هئا . اهي به وقتاً
فوقتاً حضرت قبله سچڻ سائين جن کي چوندا رهندا هئا ته
"مين نے زندگي ۾ معقول پير صرف ايک هي ديکها هے اور وه
هے آپ کے والد صاحب اور وه اس لئے که عام پير اپنے
بچون کو تعليم نهين دلاتے . آپ کے والد صاحب نے آپکو
بهت اچهي تعليم دلائي هے " مون زندگيءَ ۾ معقول پير صرف
هڪ ئي ڏٺو آهي ۽ اهي آهن اوهان جا والد صاحب ڇو ته عام
پير پنهنجي ٻارن کي ديني تعليم کونه ڏياريندا آهن ۽ اوهان جي
والد صاحب اوهان کي تمام سٺي تعليم ڏياري آهي .

**تبليغي ذوق شوق :** عراق جو رهندڙ بزرگ ، جيڪو
المرڪز القادريه ۾ مدفون آهي ، انجو هڪ رشتيدار ، جڏهن
مدرسي ۾ آيو ته حضرت قبله سچڻ سائين جن کيس دستار مبارڪ
جي اهميت ۽ فضيلت ٻڌائيندي ، کيس نصيحت فرمائي ۽ اها
سموري گفتگو عربيءَ ۾ هئي ڇاڪاڻ ته هي صاحب عربي ۽
انگريزي کان سواءِ ٻي ٻولي سمجهي نٿي سگهيو. ان وقت حضرت
صاحب جن جي عمر 15 سال هئي. هي صاحب سندن عمر، عربي
جي لياقت ۽ دين متين جي تبليغ جو ذوق شوق ڏسي ڏاڍو متاثر
ٿيو ۽ چيائين ته مونکي ٽوپي ۽ دستار ڏلي وڃي ، انشا الله تعالىٰ
هاڻي دستار ٻڌي نماز پڙهندس. مولانا رحمة الله صاحب ٻڌايو ته
مون عاجز کيس ٽوپي ڏني ۽ مولوي غلام مصطفيٰ دين پوري کيس
پٽڪو ڏنو. ان ڏينهن کان وٺي دستار ٻڌي نماز شروع ڪيائين.
حضرت قبله سچڻ سائين جن کي هڪ وڏيڪ ٽوپي مبارڪ هئي

جيڪا پاڻ مولانا رحمت الله صاحب کي ڏنائون، مولانا صاحب پنهنجي لاءِ سعادت سمجهي تبرڪاً پاڻ وٽ محفوظ رکي آهي. هن عاجز پڻ ان وقت جي ٽوپي مبارڪ جي زيارت ڪئي آهي .

**تربيتي دوره:** سال 1978ع ۾ درگاهه طاهر آباد کان هڪ وفد ٽنڊو ڄام جي آسپاس ڳوٺن پيارو لنڊ، خان محمد لنڊ، گل محمد مري روانو ٿيو. هن وفد ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن سان گڏ مولوي عبدالغفور صاحب، مولوي محمد عاشق، مولوي شفيع محمد ، فقير خدا بخش (ڪراچي)، ميان رحمت الله دادو وارو به شامل هيا. جيئن ته هيءَ تربيتي دوره هيو، تنهن لاءِ هن سفر ۾ ڪاڻ پيڻ جو بندو بست به پنهنجو هيو سيئي دوست گڏجي ڪر ڪار ڪرڻ لڳا. حضرت قبله سچڻ سائين جن جي ننڍي هوندي کان ئي هيءَ عادت مبارڪ هئي جو پاڻ کي ٻين سائين کان ممتاز ۽ مٿاهون سمجهڻ جا مخالف هيا ۽ خدمت خلق کي پنهنجي لاءِ باعث فخر سمجهندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو پاڻ هن سفر ۾ به پنهنجي سائين سان ماني تيار ڪرڻ ۾ معاونت ڪيائون.

**باطني بصيرت :** مولوي رحمت الله صاحب جن هن عاجز کي ٻڌايو ته حضرت قبله سچڻ سائين جن کي ڪراچي پڑهڻ دوران شناختي ڪارڊ جي ضرورت پيئي . پاڻ فرمايائون ته ڪنڊيارو وڃي، هن عاجز جي لاءِ شناختي ڪارڊ ٺهرائي اچو، مولوي صاحب چيو ته مون ڪنڊيارو پهچڻ شرط فارم هٿ ڪري ڀريو. مگر جڏهن سڃاڻپ جي نشاني جو مرحلو آيو ته آءٌ منجهي پيس ڇو ته مونکي حضرت صاحب جن جي ڪنهن خاص نشان جي خبر نه هئي. بس انهيءَ فڪر ۽ پريشانيءَ ۾ ستو پيو

هوس تہ خواب ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي زيارت ٿي .
پاڻ فرمايائون تہ مولوي صاحب ! اوهان پريشان ڇو آهيو ؟ عرض
ڪير تہ قبلا ! مسئلو هي آهي. پاڻ پنهنجو ڪاٻو هٿ مبارڪ کولي
فرمايائون تہ هي ڏس ! وچين آڱر تي ترَ جو نشان آهي ، اهو
نشان لکي ڇڏيو. بس صبح جو اٿي فارم تي اهو نشان لکي
ڇڏيم . جڏهن واپس ڪراچي پهتس ڏٺم تہ واقعي محبوبن جي
کاٻي هٿ مبارڪ جي وچين آڱر تي تر جو نشان آهي .

**هم سبق ساٿي جا تاثرات :** مولانا محمد سعيد
صاحب ٻڌايو تہ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن نهايت ئي ذوق شوق
سان تعليم جو سلسلو جاري ۽ ساري رکيو. سبق دوران بہ دستار
مبارڪ ٻڌل هوندي هئي. نماز جي پابندي بہ پين کان زياده
ڪندا هئا. باوجود ننڍي عمر ۾ ڪراچي ۾ رهڻ اچڻ، ڪراچي
گهمڻ ۽ بازار ڏسڻ جو ڪوبہ شوق نہ هوندو هو. ڪڏهن ڪنهن
ضرورت ما تحت هلڻو بہ پوندو هو تہ ائين محسوس ٿيندو هو تہ
پاڻ بادل ناخواستہ هلي رهيا آهن. ڪيترا دفعا ائين بہ ٿيو جو ٿوري
دير بعد فرمائيندا هئا تہ طبيعت تنگ ٿي پيئي آهي. هلو تہ واپس
هلون. توڙي جو اهو ضروري ڪم يا خريداري بہ پوري نہ ٿيندي
هئي . اگرچ سندن سان گڏ رهڻ وارا سڀ سندن جاني غلام هيا
مگر پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن تي حڪم نہ هلايائون. ڪجهہ دوست
پنهنجي محبت ۽ خوشيءَ وچان سندن ئي غلامي ۾ رهندا هئا .
الله تعالىٰ ڪين قوي ذهن ۽ بي پناهہ حافظو عطا فرمايو آهي. اهوئي
سبب آهي جو پاڻ سيني سائين مان ننڍڙي هجڻ جي باوجود
هڪ اهڙي بين الاقوامي مدرسي المرڪز القادريہ مان پوزيشن
حاصل ڪيائون، جتي جدا جدا ملڪن جا طالب تعليم وٺي رهيا هئا

ننڍپڻ کان ئي پاڻ نهايت کلمک خوش مزاج رهيا آهن . پاڻ استاد جي ادب و احترام ۾ به سڀني کان اول آهن سندن اخلاق ، نيڪي ۽ تقويٰ ڏسي ڪري ، سندن جا استاد به ڪين گهڻو پيار ڪندا آهن ۽ عزت جي نگاهه سان ڏسندا آهن .

**مثالي تقويٰ حضرت سجڻ سائين :** حضرت قبله سجڻ سائين جن ۾ الله تعاليٰ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو جوهر پڻ ڪمال درجي جو رکيو آهي. طالب علميءَ جي زماني کان وٺي پاڻ هر ڳالهه ۾ تقويٰ جو خيال رکندا هئا. عام بازاري شين کان پرهيز، رسمي ياري دوستيءَ کان دوري، پنهنجن پراون جي حقن جو خاص خيال رکڻ ، سندن عادت ثانيه. پنجي چڪي آهي طالب علميءَ جي زماني ۾ جڏهن پاڻ المرڪز القادريه ڪراچي پڙهندا هئا ته مدرسي طرفان سڀني شاگردن کي ماهوار اسڪالرشپ ملندي هئي. هڪ دفعي مدرسي جي موڪل ٿيڻ تي سڀ شاگرد پنهنجي پنهنجي ڳوٺ هليا ويا ۽ معمول مطابق مدرسي وارن ايندڙ ماهه جي اسڪالرشپ به شاگردن کي اڳواٽ ڏئي ڇڏي هئي. درگاهه شريف تي پهچڻ کانپوءِ حضرت صاحب جن دوباره مدرسي وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ هڪ ٻئي دوست جي هٿان مليل اسڪالر شپ وارا پئسا به موٽائي موڪليائون ۽ خط ذريعي انتظاميه کي آگاهه ڪيائون ته جئين آءٌ هاڻي مدرسي جو شاگرد نه رهيو آهيان، ان ڪري مونکي انهن پئسن وٺڻ ۽ رکڻ جو ڪوبه حق حاصل نٿو ٿئي. حضرت قبله سهڻا سائين رح جن کي جڏهن هن واقعي جي خبر پئي ته پاڻ سندن هن نيڪيءَ تقويٰ تي بيحد خوشيءَ جو اظهار فرمايائون.

**جمعيت علماء روحانيه:** هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ هر هڪ عالم دين پنهنجي جاءِ تي پنهنجي حال آهر دين جي خدمت ڪري رهيو آهي پر جيڪڏهن اهي علماء دين فروعي اختلافات کي هڪ طرف رکي يا فروعي اختلافات جي باوجود انهن تمام مسائل، جن سان امت مسلمہ جا مفادات وابستہ آهن، تي صحيح معنيٰ ۾ گڏجي متفق ٿي هڪ آواز، قوم جي رهنمائي ڪن تہ يقيناً اڄ بہ قوم جي تقدير بدلجي سگهي ٿي. زوال، عروج ۾ ۽ تنزل ، ترقيءَ ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو. انهن تمام ڳالهين کي مد نظر رکندي حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن پنهنجي متعلق علماء جي هڪ تنظيم جو، سال 1978ع ۾ بنياد رکيو، جنهن جو نالو جمعيت علماء روحانيہ رکيو ويو. ٿوري عرصي گذرڻ بعد تمام علماء جي مشوره مطابق جمعيت جو صدر حضرت قبلہ سچڻ سائين مدظلہ العالي جن کي مقرر ڪيو ويو. جن نهايت ئي جوش جذبي، اخلاص ۽ محنت سان جمعيت جي ڪم کي اڳتي وڌايو. حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي وصال ڪان پوءِ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن هن تنظيم کي وڌيڪ مؤثر، مضبوط ۽ فعال بنايو . پاڻ علماء جي اندر تبليغ جو حرص، دين جو درد ۽ خدمت جو جذبو پيدا ڪيائون. سندن جي ڪاوشن جوتفصيل تہ تمام طويل آهي مگر نهايت ئي مختصر طور هيٺ پيش ڪجي ٿو.

## معراج مصطفيٰ ڪانفرنس لاڙڪاڻہ:

علماء طرفان مختلف موضوعن تي ، مختلف علائقن ۾ ست علماء ڪانفرنسون منعقد ڪيون ويون.

20 مارچ 87ع ۾ لاڙڪاڻي جي تاريخي شهر ، جناح باغ اندر

هڪ مثالي معراج مصطفيٰ ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي . سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ عوام پهچي ويو. جمعي جي نماز جناح باغ اندر پڙهي وئي. ان تنظيم جا تقريباً 80 علماء ڪرام موجود هيا. هيءُ پروگرام جمعي نماز کان شروع ٿيو ۽ رات جي 12 وڳي تائين مسلسل هليو. لاڙڪاڻه ۽ ان جي آسپاس جا مشهور معروف علماء ڪرام مولانا عزيزالله صاحب رح ، مولانا محمد صالح صاحب، مولانا عبدالڪريم صاحب قادري کان علاوه ڪافي چاڻل سڃاتل شخصيتون تشريف فرما ٿيون . مولانا محمد صالح، مولانا محمد رمضان ۽ مولانا محمد ادريس صاحب جن تقريرون ڪيون. بعدار مورائي "اهلِ علم جو مقام" جي عنوان تي هڪ خصوصي مقالو پيش ڪيو . بعدنماز مغرب حضرت قبله سچڻ سائين جن خصوصي خطاب فرمايو جنهن ۾ عوام الناس کي نصيحت سان گڏوگڏ ، علماء جي مٿان جيڪا اهم ذميداري عائد ٿئي ٿي ان جو کين پورو احساس ڏياريو.

## معراج النبي ڪانفرسن گڏ اپ (ڪراچي):

18 مارچ 88ع رجب جمعرات گڏ اپ ( ڪراچي ) اندر معراج النبي ڪانفرنس منعقد ڪئي ويئي جنهن ۾ مولانا محمد رمضان، مولانا محمد ادريس صاحب جن تقريرون ڪيون، حضرت قبله سچڻ سائين جن پنهنجو نوراني خطاب فرمايو ۽ پٺي ڏينهن تي پاڻ متحده عرب امارات جي تبليغي دوره تي روانا ٿي ويا.

## عظمت اسلام ڪانفرنس دنباله (ٿرپارڪر)،

جولاء 88 ۾ دنباله اندر عظمت اسلام ڪانفرنس منعقد ڪئي ويئي، جنهن کي سنڌ جي ناميارن علمائن خطاب ڪيو ان کان

علاوه بيدار موراڻي "عظمت اسلام" جي عنوان تي خصوصي مقالو پيش ڪيو. آخر ۾ حضرت قبله سڄڻ سائين جن خصوصي خطاب فرمايو .

**امام رباني ڪانفرنس دادو:** سال 89ع ۾ دادو شهر اندر امام رباني ڪانفرنس ملهائي وئي جنهن ۾ مولانانظير احمد، مولانامحمدرمضان ۽ مولانا محمدادريس صاحب جن تقريرون ڪيون. آخر ۾ حضرت قبله سڄڻ سائين جن حضرت "امام رباني مجد دالف ثاني" رح جن جي سيرت تي خصوصي خطاب فرمايو.

**عظيم الشان ڪانفرنس گڏ اپ (ڪراچي):** فبروري 90ع ۾ گڏ اپ (ڪراچي) اندر هڪ عظيم الشان ڪانفرنس ڪوٺائي وئي جنهن ۾ سنڌ جي عالمن سڳورن تقريرون ڪيون ۽ آخر ۾ حضرت قبله سڄڻ سائين جن نوراني خطاب فرمايو۽ ٻئي ڏينهن تي پاڻ متحده عرب امارات جي تبليغي دوره تي روانا ٿي ويا .

**امام رباني ڪانفرنس ٽنڊوالهيار:** 24 آگسٽ 90ع ۾ ٽنڊوالهيار اندر هڪ عظيم الشان ڪانفرنس منعقد ڪئي وئي جنهن ۾ ٻين عالمن سڳورن ڪان علاوه مولانا محمد ادريس صاحب جن پڻ تقرير ڪئي بعد نماز مغرب حضرت قبله سڄڻ سائين جن حضرت امام رباني مجد دالف ثاني رح جن جي زندگي ۽ ان جي ڪارنامن تي خصوصي خطاب فرمايو .

**ميلادالنبي ڪانفرنس غريب آباد (لاڙڪاڻو):** 28 سيپٽمبر 90ع بروز جمع هڪ عظيم الشان ڪانفرنس

ڪوٺائي ويٺي جنھن ۾ مولانا محمد رمضان، سائين ديده دل صاحب کان علاوه بيدار موورائي "هڪ مسلمان جي عملي زندگيءَ" تي تقرير ڪئي . آخر ۾ حضرت قبله سجڻ سائين جن حضور اڪرم ﷺ جن جي سيرت تي خصوصي خطاب فرمايو .

**متحده عرب امارات جو سفر:** حضرت قبله سجڻ سائين جن سان گڏ هن تنظيم جا علماء ڪرام 5 ڀيرا تبليغ دين واسطي متحده عرب امارات پهتا آهن . سندن عربيءَ ۾ ڪيل تقريرون اڄ به اسان وٽ ڪيسٽن جي صورت ۾ موجود آهن . هن تنظيم جو مرڪزي اڳواڻ مولانامحمد رمضان صاحب حضرت صاحب جن جي فرمان سان ٽن مهينن لاءِ متحده عرب امارات ۾ رهي، رات ڏينهن تبليغ سان گڏ تربيت طرف خصوصي توجه ڏيندي، مقامي دوستن تي ڪافي محنت ڪئي .

**تعليمي سلسلو:** تعليمي سلسلي ۾ حضرت قبله سجڻ سائين جن مدرسن جي تعمير، ترقي، نظام جي درستي، تعليمي معيار جي بلنديءَ تي ڀرپور توجهه ڏنو ۽ تقريبا سندن اندر 20 مدرسا ان نظام ماتحت ڪم ڪري رهيا آهن. پاڻ مذڪوره مدرسن ۾ ذاتي توجه سان ٽه ماهي، ششماهي، سالانه امتحان ۽ نصاب جي تڪميل تي خصوصي توجهه ڏيڻ فرمايائون . الحمدلله ! سندن جي ان ڪوشش جي نتيجي ۾ تقريبا 55 علماء ڪرام فارغ ٿي چڪا آهن. سندن جي اداره ۾ تقريبا 200 شاگرد زيرتعليم آهن. ڪافي علماء ايم اي ۽ اڪثر پي ايڇ ڊي ڪري رهيا آهن. حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو آهي جو هن مدرسي اندر تنظيم المدارس جو سينٽر ۽ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي

طرفان عربي سڪڻ جو سينٽر پڻ مقرر ٿيل آهي جنهن ۾ سنڌ جي تقريباً 50 عالمن سڳورن جي داخلا آهي ياد رهي تہ سال 1989ع ۾ تنظيم المدارس طرفان فرسٽ ۽ سيڪنڊ پوزيشنون هن مدرسي جي شاگردن حاصل ڪيون هيون.

**تربيتي پروگرام:** تعليم، تدريس ۽ تبليغ کان علاوه حضرت قبلہ سچڻ سائين جن علماء، خلفاء، طلبہ ۽ فقراء جي تربيت طرف خصوصي توجهہ ڏيڻ فرمايائون. هن تنظيم طرفان لڳاتار 3 سال 88ع کان 90ع تائين ڊسمبر مهيني جي آخري هفتي ۾ سہ روز تربيتي پروگرام رکيا ويا. انهيءَ پروگرام دوران درسِ قرآن، درسِ حديث، درسِ فقہ، درسِ تصوف، قراءت جو روزانہ سبق ۽ مشق، مختلف موضوعن تي ليڪچر ڏنا ويندا آهن. بعد ۾ دوستن کي مناسب موقعو فراهم ڪيو ويندو آهي تہ هو ڏنل ليڪچرن متعلق سوال پڇي سگهن ٿا. وقتاً فوقتاً حضرت صاحب جن جي طرفان خصوصي هدايتون ۽ نصيحتون ملنديون رهنديون آهن.

**ٽيسٽ جو انتظام:** سال 1989ع ۾ باقاعده روزانہ ڏنل درس ۽ ليڪچر متعلق بعد نماز عشا ٽيسٽ ورتي ويندي هئي. ٽيسٽ دوران ڪڏهن ڪڏهن اوچتو حضرت صاحب جن پاڻ بہ چاپو هڻندا هئا تہ جيئن امتحان اندر ڪاپي نہ ٿئي. حضرت صاحب جن جي طرفان نگران حضرات کي خصوصي تاڪيد ۽ تنبيهہ ڪئي ويندي هئي. آخري ڏينهن تي حضرت صاحب جن جي خصوصي خطاب کان پوءِ پوزيشن ۾ آيل دوستن ۾ پاڻ سهنجي هٿ مبارڪ سان انعام تقسيم ڪيائون.

**خدمتِ خلق جو جذبو:** سال 1990ع ۾ دستور مطابق پروگرام نهايت ئي سهڻو رهيو جنهن ۾ علماء کان علاوه خلفاء ۽ فقراء به شامل هيا جن جو جملہ تعداد 200 هيو . ياد رکڻ گهرجي تہ 200 تربيت وارا 200 مدرسي جا شاگرد جملہ چئن سؤ مائهن لاء اٺ سؤ مانيون تيار ٿينديون هنيون جيڪي اندر ڳوٺ واريون نيڪ ٻانهيون پاڪائي ۽ صفائيءَ سان تهجد نماز پڙهي جو مانئي جي ڪم تي ويهن تہ وچي ڏينهن جا 12 ٿين هن موقعي تي انهن نيڪ ٻانهين جي ان نيڪي ، تقويٰ ۽ خدمت کي بہ وساري نٿو سگهجي الله تعاليٰ کين دين دنيا جون ڀلايون عطا فرمائيندو . خدا جي خلق جي خدمت ، حقيقت ۾ عبادت آ ، اهائي روح جي راحت ، اهائي دل جي دولت آ ـــــ .

**علماء ۽ خلفاء جو رابطو :** آخري ڏينهن تي حضرت سچڻ سائين جن فجر نماز کان پوء خصوصي نصيحت فرمائيندي فرمايو تہ الحمد لله ! علماء ڪرام وڏي محنت ۽ ڪوشش ڪئي آهي. هن عاجز کي ڏاڍي خوشي پهتي آهي . ساڳئي وقت علماء جي خدمت ۾ خاص گذارش هي آهي تہ اچوڪو ڏينهن علماء ڪرام پنهنجي اصلاح لاء وقف ڪن جو تہ ٻين جي ڪافي اصلاح ڪئي اٿن. هاڻي سندن اصلاح جي ضرورت آهي تنهن لاء خلفاء ڪرام جي لسٽ ٺاهي وئي ۽ هر هڪ خليفي صاحب جي حوالي اٺ يا ڏهہ عالم سڳورا ڪيا ويا.
تربيت دوران آخر ۾ هر هڪ ٽولو ذڪر جو مراقبو پڻ ڪري. خلفاء ويچارا پنهنجي منهن رڙندا رهيا تہ اسان ۾ ڪابہ لياقت ڪانہ آهي. علماء جي ڪهڙي اصلاح ڪجي. علماء کي هي احساس ٿيو تہ علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ تہ ڪافي وقت گذري ويو

مگر افسوس ! اها ايماني حلاوت ۽ روحاني حقيقت حاصل ٿي نه سگهي. بهر ڪيف علماء جي اندر پنهنجي اصلاح سان گڏ امت مسلمه جي اصلاح جو به فڪر پيدا ٿيو . نتيجي ۾ 27 رجب تي هڪ وفد مولانا رضا محمد (قاضي احمد ) مولانا عبدالرحيم (ٺٽون ديرو ) مولانا رحمت الله (ڪراچي ) مولوي محمد ڪامل (ٽنڊوالهيار ) ۽ ٻيا خانواهڻ تبليغ واسطي روانا ٿيا .

## سال 1979ع
## ولادت با سعادت

**سائين محمد جميل صاحب :** سائين محمد جميل صاحب جن جي ولادت 6 مارچ 79ع بروز اڱارو تي ٿي . پاڻ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جا ڏوهٽا. حضرت قبله سچڻ سائين جن جا ڀائيجا ۽ مولوي غلام مرتضيٰ صاحب جن جا فرزند ارجمند آهن . حضرت قبله سچڻ سائين جن هن عاجز کي ٻڌايو ته حضرت قبله سهڻاسائين رح جن جي محمدجميل سان ڏاڍي محبت هوندي هئي ۽ گهڻو پيار ڪندا هئا. اهوئي سبب آهي جو پوري گهر اندر هر ننڍو خواه وڏو کيس پيار ڪندو آهي.

**بي پناهه حافظو :** الله تعاليٰ سائين محمد جميل کي بي پناهه حافظو ۽ قوي ذهن عطا ڪيو آهي. پاڻ سال 1986ع ۾ ستن سالن جي عمر ۾ مدرسي اندر فارسي امتحان ۾ فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. ساڳئي سال عرس مبارڪ جي موقعي تي نونهال طرفان رکيل سوالن جوابن جي مقابلي ۾ ٽن ٻرالچن درگاهه الله آباد، مورو ۽ لواپشاهه مان سائين محمد جميل فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. سال 1987ع رمضان مبارڪ ۾ پاڻ حفظ و قراءت جي

شعبي ۾ داخلا ورتائون ۽ 89ع ۾ ساليانى عرس مبارڪ جي موقعي تي سندن دستار فضيلت ٿي جنهن جو پهريون ور مبارڪ حضرت قبله سجڻ سائين جن ڏيڻ فرمايو. ياد رهي ته پاڻ يارهن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف جا حافظ بڻيا .

**عجيب اتفاق :** ياد رهي ته حضرت قبله سهڻاسائين رح جن جي ولادت اگارو مارچ مهيني ۾ ٿي، حضرت قبله سجڻ سائين جن جي ولادت اگارو مارچ مهيني ۾ ٿي ۽ سائين محمد جميل صاحب جي ولادت به اگارو مارچ مهيني ۾ ٿي .

**تبليغي تربيتي دوره حضرت سجڻ سائين :** 10 رمضان المبارڪ 4 آگسٽ 79ع بروز ڇنڇر ، حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي فرمان سان هڪ وفد درگاه طاهر آباد کان تبليغ و تربيت واسطي ڪوئيٽه روانو ٿيو . هن سفر ۾ حضرت قبله سجڻ سائين جن سان مولانا عبدالغفور صاحب، مولوي غلام مرتضيٰ صاحب، مولوي محمد عاشق عباسي، مولوي امام علي صاحب ، حاجي محمد حسين شيخ ، فقير غلام سرور ۽ احمد علي جتوئي نعت خوان گڏ هئا. هن تبليغي سفر اندر اصل مقصد دوستن جي تربيت هيو. ڪوئيٽه مان ٻه وفد ٺاهيا ويا، حضرت صاحب جن وارو وفد مستونگ ۽ مولانا امام علي صاحب وارو وفد خضدار روانو ٿي ويو. ياد رهي ته ان وقت حضرت صاحب جن جي عمر 16 سال هئي.

## سال 1980ع

**عظيم الشان ڪانفرنس روحاني طلبه جماعت :** 3 جنوري 80ع بروز خميس گول مسجد

لطيف آباد يونٽ 6 ۾ روحاني طلبہ جماعت طرفان ٻہ روزہ ساليانہ ڪانفرنس رکيل هئي. حضرت قبلہ سچڻ سائين جن ۽ مولوي رحمت الله جي رفاقت ۾ تشريف فرما ٿيا. بعد نماز عشا جلسو شروع ٿيو. سنڌ پنجاب جي طلبہ کان علاوہ افغانستان جي مولانا شمس الرحمان، ڏکڻ آفريقہ جي مولانا صديق احمد ناصر نهايت ئي ولولہ انگيز تقريرون ڪيون .

## تعليم و تدريس حضرت سچڻ سائين :

حضرت قبلہ سچڻ سائين جن ننڍي عمر کان پنهنجي پيران ڪبار جي خاندان مان هڪ عالم دين حضرت علامہ مولانا سيد رفيق احمد شاهہ صاحب جيڪي حضرت خواجہ فضل علي قريشي رح جن جا ڏوهٽا، نهايت ئي متقي پرهيز گار ۽ علم جا ماهر آهن. انهن وٽان تعليم حاصل ڪيائون . ان کان پوءِ پنهنجي ئي اداره ۾ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي زير نظر تدريس جا فرائض سرانجام ڏيڻ فرمايائون ۽ بحيثيت صدر مدرس جي مدرسو سنڀاليائون . ان وقت سندن عمر 17سال هئي .

# سال 1981ع

**تربيتي پروگرام:-** جولاءِ 81ع ۾ درگاهہ طاهر آباد تي روحاني طلبہ جماعت طرفان ٻن ڏينهن جو تربيتي پروگرام رکيل هيو. مولانا عبدالرحمان، مولانا حبيب الرحمان، مولانا محمد رمضان، مولوي رحمت الله جن مختلف موضوعن تي ليڪچر ڏنا. آخر ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن آداب شيخ متعلق هڪ مختصر مگر جامع تقرير فرمايائون. ياد رهي تہ اها تقرير ڪيسٽ جي صورت ۾ هن عاجز وٽ موجود آهي .

# سال 1982ع

**خرقہ خلافت:** حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن سال 82ء ۾ پنهنجي نورِ نظر لختِ جگر حضرت قبلہ سجڻ سائين جن کي طريقہ عاليہ جي اشاعت ۽ تبليغ دين جي اجازت فرمايائون. ان وقت حضرت صاحب جن جي عمر 19سال هئي.

**عاجزي ۽ انکساري:** هڪ ڀيري حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن حضرت سجڻ سائين جن کي گهرائي فرمايو تہ ڪاني عوارضات آهن ، طبيعت صحيح نٿي رهي ، سفر بہ ڪري نٿا سگهون ، تنهن لاءِ اوهان ڀارهين شريف تي ويندا ڪريو ، وعظ بہ ڪيو ۽ لئين جماعت کي ذڪر بہ ڏسيو. هن عاجز عرض ڪيو تہ قبلا ! مي عاجز پير بنجڻ پسند نٿو ڪري . منهنجي اچڻ وڃڻ تي فقير تعريف ۾ غزل ڳائين ٿا. الله الله ڪن ٿا ۽ ايندي ويندي منهنجي جُتي کڻن ٿا . اها ڳالهہ مونکي ڏکي لڳي ٿي . پاڻ نهايت ئي شفقت ۽ محبت وچان ، ٺالو وٺي فرمايائون تہ "اسان اوهان کي پير نٿا بڻايون ، اسان تہ اوهان کي فقير بڻائڻ گهرون ٿا. فقيرن جي غزلن چوڻ وقت اوهان ائين سمجهو تہ فقير اوهان جي تعريف نٿا ڪن پر پنهنجي پير جي تعريف ڪن ٿا". بس حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن هڪ اهڙو خط حاجي محمد حسين شيخ کي بہ لکي ڏنو تہ مي خط جماعت کي پهچائيندا ۽ صاحبزاده جن کي پاڻ سان گڏ ڀارهينءَ تي وٺي ويندا.

**تبليغي سفر پڪا چانگ :-** 14 جنوري 82ء بروز خميس مولوي عبدالغفار (ٺالي مٺو) شر جي دعوت تي حضرت سجڻ سائين جن قاري غلام حسين سان گڏ موٽر سائيڪل تي درگاهہ الله آباد کان پڪا چانگ ڪنڊو خان ڳوٺ ۾ پهتا. پهريائين قاري

صاحب رڪوع پڑهيو، ان کان پوءِ مولوي مشتاق احمد بلوچ تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت صاحب جن خصوصي نوراني خطاب فرمايو . بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن درگاهہ الله آباد روانا ٿي ويا .

**تبليغي سفر لاڑڪاڻہ :-** 22 جنوري 82ع بروز جمع روحاني طلبہ جماعت طرفان عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ هڪ عظيم الشان جلسو مسجد عثمانيہ لاڑڪاڻي ۾ رکيو ويو ، روحاني طلبہ جماعت جي نوجوانن مختلف موضوعن تي نهايت ئي ولولہ انگيز سنڌي ، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ تقريرون ڪيون . اهي تقريرون ڪيسٽ جي صورت ۾ هن عاجز وٽ موجود آهن . ان کان علاوه مفتي مولانا عبدالرحيم صاحب (ٺٽون ديره ) بعد نماز عصر تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت قبلہ سجڻ سائين جن نهايت ئي پر درد ۽ پُر اثر خطاب فرمايو .

**تبليغي اجازت :-** 24 فيبروري 82ء بروز اربع حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن مولانا حاجي محمد ادريس ڈاهري کي تبليغي اجازت فرمايائون . مولانا صاحب تبليغ دين ۽ طريقہ عاليہ جي اشاعت جو ڪم حرمين شريفين اندر بہ ڪيو آهي.

**خصوصي تقريب :-** 18 مارچ 82ء بروز خميس مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ الله آباد جي آخري جماعت وارن، فارغ التحصيل علماء ڪرام جي الوداع ۾ خصوصي دعوت جو انتظام ڪيو. هن تقريب ۾ مجلس جي مور حضرت قبلہ سجڻ سائين جن " لم تقولون مالا تفعلون " جي موضوع تي نهايت ئي پر درد خصوصي خطاب فرمايو . نصيحت دوران پاڻ فرمايائون تہ حضرت سهڻا سائين رح جن اندر تنهائيءَ ۾ گفتگو ڪندي هي بيت فرمايائون " پهلا پهرلا رهے يا رَبّ چمن ميري اميدون کا

:جگر کا خون دے دے کر ، يہ بوٹے مين نے پالے هين . بس هن بيت پڙهڻ سان حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جي مٿان عجيب ڪيفيت ۽ گريہ جي حالت طاري ٿي ، زارو قطار روئندي سندن گلابي ڳل مبارڪ ڳوڙهن سان پرجي ويا. پاڻ پنهنجو چشمو لاهي ، ميز تي رکيائون ۽ پنهنجو رومال اکين تي رکي ، ڪافي وقت تائين روئندا رهيا .

**دستارِ فضيلت :-** 25 مارچ 82، بروز خميس درگاهہ الله آباد جي ساليانی عرس مبارڪ جي موقعي تي رات جو ڏهين وڳي دستار بنديءَ جي تقريب شروع ٿي ۽ 12 وڳي اختتام تي پهتي. اها مجلس ۽ محفل ڪيڏي نہ پُروقار، شاندار ۽ باعثِ برڪت هوندي، جنهن ۾ دستار بندي ڪندڙ حضرت قبلہ سجڻ سائين جن آهن ۽ دستار جو ورُ ڏيندڙ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن هئا.

اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض مولانا محمد رمضان صاحب سرانجام ڏنا. پهريائين پهريائين حضرت قبلہ سجڻ سائين جن کي سڏيو ويو ۽ دستار بنديءَ جي ابتدا حضرت سهڻا سائين جن فرمائي. ان کان پوءِ سائين رفيق احمد شاهہ صاحب، محترم سيد جيئل شاهہ صاحب، حضرت مولانا الحاج ڪريم بخش صاحب، مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب، محترم مولانا جان محمد صاحب رح ، مولانا غلام حسين صاحب ۽ مولانا مفتي حبيب الرحمان صاحب جن واري واري سان دستار مبارڪ جو ور ڏيڻ فرمايو.

**سجڻن جا ساٿي :-** حضرت قبلہ سجڻ سائين جن سان گڏ، جن دوستن کي دِستار بنديءَ جو شرف حاصل ٿيو، اهي هي آهن . 1 حضرت قبلہ سجڻ سائين 2. مولوي عبدالقدير 3. مولوي محمد عاشق عباسي 4. مولوي غلام مصطفيٰ ديهپوري 5. مولوي شفيع محمد 6. مولوي محمد داؤد لاکو 7. مولوي حبيب

الرحمان چانڊيو 8. مولوي غلام رسول بروهي 9. مولوي شاهنواز 10. حافظ احمد علي 11. مولوي عبدالستار بوزدار 12. مولوي غلام فاروق 13. مولوي غلام ياسين 14. مولوي حضور احمد 15. مولوي محمد حسن راڄپر 16. مولوي عبدالحليم .

**اظهار عقيدت :-** نوازل فقير جي اها منقبت، جنهن ۾ فارغ التحصيل علماء ڪرام جا نالا آهن .جيڪا دستار بندي جي سعيد موقعي تي پيش ڪئي ويئي .

الله آباد ۾ عالمن جي اڄ ، ديني تي دستار آهي ،
پنهنجي هٿڙن سان مڙني کي مرشد ، ٻڌرائي پڳ يار آهي .

1. درياهہ رحمت جا اڄ پرجي ويا ، بُرا بدڪار اڄ بخشجي ويا ،
چو جو مهمان هتڙي محمد ﷺ آيو ، يارن سان گڏ يار آهي .

2. ٻهريون نمبر آ پڳدار پيارا ، سائين صاحبزاده شان وارا ،
ظاهر باطن حيا حلم حاصل ، ڪيو مرشد ڪان منار آهي .

3. ٽيون محمد عاشق آسو پارو ، سدا عالم ، شاعر عشق وارو ،
ٽيون مولوي غلام مصطفيٰ کي ملي نعمت هي نروار آهي .

4. چوٿون محمد شفيع کي شفاعت ، ملي محمد داؤد کي سعادت ،
ڪيڏو عبدالقدير ساڻ ، راضي ٿيو مرشد مٺيادار آهي .

5. ستون سرهو غلام رسول آ ، حبيب الرحمان جي دعا قبول آ،
ٺيا سيني جا پُرنور سينا ، فيض بارش جي وسڪار آهي .

6. حضور احمد جا ٿيا بخت بالا ، غلام ياسين رتبي ڪمال آ،
شرف حاصل ڪيو شاهنواز ، داعي دين جو دلدار آهي .

7. حافظ احمد علي تي عجين ، وڏا احسان وڙ ڪيا ڪريمن ،
عبدالستارجو قلب ڪامل ، ڪيو رحمت سان سرشار آهي .

8. غم غلام فاروق جا لهي ويا ، ڏاج هن کي ڏهوٽا ملي ويا ،
جملہ عالم ۾ ساري جماعت سندو ، ٻيڙو ٿيو پار آهي .

9. سهڻي دستار ۾ جبو مبارڪ ، ڏسي راضي ٿيو الله تبارڪ ،
پاتي پيارو هي عربي لباس ، ڪيو سيني پوءِ سينگار آهي .

10. اڄ عالمن کي عرض هي آهي ، [illegible] دستارجو غرض هي آهي ،
درس ديني ۾ تبليغ جو پڙ ، ڪنيو اڄ ڪان اوهان بار آهي .

11. منهنجي مرشد جي هن محنتن جو، ڪجو عالم قدر نعمتن جو،

بيتدر کان خدا چاڻي کسجي ، ويندي نعمت آخرڪار آهي .
12 مليا مڙني کي هي گنج خانا فيض برڪت جا شاهي خزانا ،
نوازل ٿيا ، هي ساري جماعت . ڪيو خوشين جو اظهار آهي .

**خصوصي خطاب:** من سعيد پربرڪت ، موقعي تي حضرت قبلہ سجڻ سائين جن مختصر مگر جامع خطاب فرمايو.

**سجڻ جو نڪاح :** 24 جمادالثاني 1402هہ مطابق 19 اپريل 82ء بروز سومر بعد نماز عصر، حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جو نڪاح ، مولانا حبيب الرحمان صاحب جن درگاهہ الله آباد شريف تي پڙهيو. نڪاح نهايت ئي ساده نمونې سنت مطهر موجب ٿيو ، جنهن ۾ شموليت لاءِ ڪنهن ٻہ طرف ڪو اطلاع نہ موڪليو ويو هو . ڪي دوست اچانڪ ان موقعي تي پهچي ويا هئا. انهن لاءِ بہ حضرت سهڻا سائين رح جن فرمايو تہ هي دوست بہ پنهنجي خيال سان هت پهتا آهن ، اسان هنن کي اچڻ لاءِ دعوت ڪانہ ڏني هئي . مولانا حبيب الرحمان صاحب جن نڪاح جو خطبو ۽ دعائون محبوبن جي پرسان ٻيهي پڙهيون. آخر ۾ حضرت سهڻا سائين رح جن دعائي خير گهري . بعد ۾ حضرت سجڻ سائين جن ، حضرت صاحب جن جي قدمبوسي ڪئي. جملہ جماعت حضرت سهڻا سائين رح ۽ حضرت سجڻ سائين جن کي مبارڪباد پيش ڪئي . ڪجهہ دوستن حضرت صاحب ۽ سجڻ سائين جن کي گلن جا هار پهرايا ، جڏهن تہ ڪن دوستن وري نوٽن جا هار پڻ آندا هئا. جيئن جو حضرت صاحب جن جي نظر نوٽن جي هارن تي پيئي تہ پاڻ سخت ناراض ٿيا ۽ سختيءَ سان تنبيهہ ڪندي فرمايائون تہ "هي ڪم بخت رسم ڪٿان آئي ، ان جي ڪهڙي ضرورت آهي، هي اسراف نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي ؟ اگر اڄ اسان هن رسم کي جائز رکيو تہ صبحاڻي ٻيا دوست بہ اسان جي سنت ادا ڪندا". پاڻ فرمايائون تہ بابرڪت شادي اها آهي

جيڪا سادگيءَ سان ڪئي وئي. ساڳئي وقت فقير غلام سرور کي به غزل چوڻ کان سختيءَ سان منع فرمايائون. حالانڪ درگاهہ شريف تي صبح و شام نعت خواني ٿيندي رهندي آهي. پاڻ فرمايائون تہ شادي سادہ ۽ سنت نموني هئڻ گهرجي. ان بعد ڪارڪون چئبون ويون. جيڪي پاڻ دستور مطابق چونڊيائون. ياد رهي تہ هن خوشيءَ جي موقعي تي بہ حضرت سهڻا سائين رح ۽ حضرت سچڻ سائين جن جو لباس معمول وارو هيو. ان ۾ ڪابہ زيادتي ڪانہ هئي.

**دوستن کي دعوت**: 24 اپريل 82ء بروز ڇنڇر حضرت قبلہ سچڻ سائين جن پنهنجي نڪاح جي سلسلي ۾ پنهنجي سائين کي خصوصي ۽ مدرسي جي پنڻ طالبن کي عمومي دعوت ڏيڻ فرمايائون. بعد نماز مغرب جلسي جو پروگرام شروع ٿيو. حضرت سچڻ سائين جن پنهنجو نوراني خطاب فرمايو. آخر ۾ مولانا محمد عاشق عباسي جو تيار ڪيل خصوصي غزل، ان محفل اندر پڙهيو ويو.

**عاشق صادق**: 10 رجب 1402هہ مطابق 5 مئي 82ء بروز اربع صبح جو 9 وڳي حضرت پير قريشي رح جن جو مريد، حضرت پير مٺا رح جو خادم ۽ حضرت سهڻا سائين جن جو عاشق صادق ۽ غلام، حاجي محمد يوسف چنہ هن دنيا مان لاڏالو ڪري ويا. مرحوم هر دلعزيز، ذاڪر، شاڪر، مشهور مهمان نواز، محرابپور شهر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. مرحوم وفات کان اڳ مستري کي گهرائي، قبر جي جاءِ مقرر ڪري ڏني. اگاري ڏينهن ڪاني دوستن احبابن سان جدائي ۽ وفات جهڙو ذڪر ڪيائن ۽ پنهنجي ڪيل وصيت، پنهنجي ئي آواز ۾ ڪيسٽ اندر ڀري ڇڏيائين. اربع رات، تهجد وقت وضو ڪري، هڪ نفل

بہ پڙهيو هنائين تہ اوچتو  كيس دل جي تكليف ٿي پيئي ۽ الله كندي  وصال كيائين . حضرت  قبلہ سهڻا سائين رح  جن جيڻن جو پنجاب جي  تبليغي سفر كان  واپس وريا تہ  حاجي  محمد يوسف چنہ رح  جن جي فرزندن جي عرض كرڻ  تي محراب پور لهي پهريائين پهريان حاجي صاحب رح جي مزار تي ختم پڙهي ۽ بعد ۾ جاء تي  وچي دعا گهريائون  ۽ ان كان پوء درگاهہ  الله آباد شريف ڏانهن  روانا ٿي ويا .

**تبليغي سفر مورو :-** 14 سيپٽمبر 82ء حضرت خواجہ پير مٺا رح جن جي عرس مبارك جي موقعي تي هك  عظيم الشان جلسو، رحمانيہ مسجد مورو ۾ ركيو ويو. كاني كراچي ۽ دادو جي عالمن  سڳورن تقريرون كيون . آخر ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن صدارتي خطاب فرمايو. ڈاكٽر عبدالرحيم چنہ  پڻ هن جلسي ۾ شركت كئي .

**تنظيم اصلاح نوجوانان روحانيہ :-** پهرين آكٽوبر 82ء  بروز جمع حضرت قبلہ سچڻ سائين  جن غريب آباد لاڙكاڻہ پهتا ۽ اتان حاجي تاج محمد شيخ جي جاء تي لاڙكاڻي شهر ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ اتي نوجوانن جي تنظيم  اصلاح نوجوانان  روحانيہ جو قيام فرمايائون ۽ نوجوانن كي مختصر خطاب فرمايائون .

**دين پور  جو تبليغي  سفر  :** 4 آكٽوبر بروز سومر حضرت قبلہ سچڻ سائين جن  مولوي غلام مصطفيٰ جي شادي  جي سلسلي ۾ دينپور تشريف فرما ٿيا. پاڻ  ڳوٺ وارن  ۽ آيل دوستن احبابن كي شريعت  مقدس جي اهميت ۽ فضيلت ٻڌائيندي . غير شرعي رسم و رواج كان تنبيهہ  فرمايائون . شادي نهايت ئي ساده نموني شريعت مطابق ٿي ۽ كوبہ رسم و رواج نہ ٿيو. ياد

رهي تہ ديپور ڳوٺ جي فقيرن جي ڪابہ شادي حضرت قبلہ سهڻاسائين رح يا حضرت سجڻ سائين جن جي تشريف آوريءَ کان سواءِ نہ ٿيندي آهي، دير پوڻ جي صورت ۾ بعض اوقات چار پنج نڪاح هڪ ئي وقت ٿيندا آهن ۽ شادي باقاعده شريعت مطابق ٿيندي آهي. هن عاجز کي بہ ڪافي ڀيرا شرڪت جو موقعو نصيب ٿيو آهي .

**شادي خانہ آبادي :** 13 آڪٽوبر 82ء بروز اربع حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي داماد قاري غلام حسين جي شادي ٿي ۽ سندس وليمو 14 آڪٽوبر خميس ڏينهن ٿيو .

**تبليغي سفر دادو :** 25 محرم مطابق 12 نومبر 82ء بروز جمع روحاني طلبہ جماعت جو مرڪزي جلسو " عظمت اهل بيت "جي سلسلي ۾ مدرسہ ڪنزالعلوم بخشيہ دادو ۾ رکيو ويو. بعد نماز جمع مرحوم قاضي نصيرالدين ۽ مولوي عبدالغفور صاحب تقريرون ڪيون . بعد نماز عصر "ستا اٿي جاڳ !" جي موضوع تي روحاني طلبہ جماعت جي نوجوانن جو تقريري مقابلو ٿيو . بعد نماز مغرب حضرت قبلہ سجڻ سائين جن نوراني خطاب فرمايو ۽ آخر ۾ مقابلي ۾ ڪنندڙ شاگردن کي انعام ڏنائون . بعد نماز عشاء مولانا جان محمد رح ۽ مولانا محمد ادريس صاحب جن تقريرون ڪيون .

**تبليغي سفر لاڙڪاڻہ :** 22 صفر مطابق 10 ڊسمبر بروز جمع روحاني طلبہ جمعات طرفان "يوم امام رباني" جي سلسلي ۾ هڪ مرڪزي عظيم الشان جلسو مڪہ مسجد (لاڙڪاڻي ) ۾ رکيو ويو. بعد نماز جمع جناب اسرار احمد ۽ خالد مغل صاحب نوجوانن تقريرون ڪيون. بيدار موراڻي، "حضرت مجدد الف ثاني" رح جي زندگي مبارڪ ۽ سيرت تي هڪ جامع مقالہ پيش

ڪيو، جيڪو بعد ۾ روحاني طلبہ جماعت جي رسالي الطاهر ۾ شايع ٿيو . بعد نماز عصر حضرت قبلہ سچڻ سائين جن خصوصي خطاب فرمايو ، هيءُ پروگرام رات جو 12 وڳي تائين هليو .

**بي پناھ حافظو:** چئن سالن کان پوءِ 86ء ۾ جڏهن حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جو گذر لاڙڪاڻي شهر مان مڪہ مسجد وٽان ٿيو تہ پاڻ ڪار اندر هن عاجز ڏانهن مخاطب ٿيندي فرمايائون تہ بيدار صاحب ! هي اها مسجد آهي، جنهن ۾ يوم امام رباني ملهايو ويو هو ۽ اوهان مقالہ پڙهيو هيو.

**هڪ صاحب درد ۽ مبلغ دين :** 3 ربيع الاول 1403هہ مطابق 20 ڊسمبر 82ء بروز سومر حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جو پيارو، مخلص ۽ مقرب خليفہ حاجي بخشل صاحب جن جو وصال ٿيو . انا لله وانا اليه راجعون. حضرت صاحب جن ڏانهن درگاهہ الله آباد شريف تي ماڻهو موڪليو ويو. حضرت صاحب جن تقريبا اڍائي وڳي درگاهہ فقير پور شريف پهتا. حضرت صاحب جن پاڻ نماز جنازه پڙهايائون ۽ دعا ڪان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ حاجي صاحب نهايت ئي نيڪ، بزرگ شخص، متقي ۽ پرهيز گار هيو. ياد رهي تہ حاجي صاحب رح جي سموري زندگي دين جي تبليغ اندر گذري. سندن تقرير تمام درد ۽ پر اثر هوندي هئي. سندن نصيحت سان ڪافي چور، ڌاڙيل، ۽ سرڪش انسان سڌري نيڪو ڪار ۽ ديندار بڻجي ويا. دادو ضلع اندر سندن ڪافي نيڪ جماعت آهي، حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن کين درگاهہ فقير پور شريف جي مرڪز تي مقرر ڪيو هو. سندن طبيعت اندر عجز، انڪساري ۽ تواضع بہ ڪمال درجي جو هئو. پاڻ ننڍي وڏي سان نهايت ئي ادب احترام محبت ۽ شفقت سان ملندا هئا . حاجي صاحب جن هن عاجز کي بہ ڏاڍو پيار ۽ قرب ڏيندا هئا. حضرت صاحب جن

سندن جماعت جي تعليم تربيت ۽ نگرانيءَ لاءِ سندن وڏي فرزند حاجي عبدالمجيد صاحب جن کي مقرر فرمايو آهي. هن بزرگ ۾ به ساڳيون پنهنجي والد صاحب واريون خوبيون موجود آهن .

## سال 1983ع

**تبليغي سفر قمبر :-** پهرين جنوري 83ء ۾ عيد ميلادالنبي ﷺ سلسلي ۾ هڪ عظيم الشان جلسو قمبر جي شهر ۾ رکيل هيو . بعد نماز ظهر حافظ نور محمد تقرير ڪئي . بعد نماز مغرب مولوي امام علي ۽ مولوي نذير احمد تقريرون ڪيون بعد ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن حضور اڪرم ﷺ جن جي سيرت طيبہ تي جامع خطاب فرمايو. بعد نماز عشاء مولانا محمد ادريس صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز فجر حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر جو وظيفو سمجهايو بعد ۾ سندن واپسي درگاهہ الله آباد شريف ڏانهن ٿي .

**تبليغي سفر راڌڻ اسٽيشن :-** 4 جنوري 83ء بروز اڱارو اصلاح نوجوانان روحانيہ طرفان جامع مسجد ۾ جلسو ٿيو. هاءِ اسڪول جي ڪافي نوجوانن شاگردن هن جلسي ۾ شرڪت ڪئي. حضرت قبلہ سچڻ سائين جن شاگردن کي خصوصي خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر راڌڻ وليج :-** 5 جنوري 83ء بروز اربع راڌڻ وليج ۾ عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ جلسو ٿيو. حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جلسي کي خصوصي خطاب فرمايو .

**تبليغي سفر مورو :** 10 جنوري 83ء بروز سومر جامع مسجد مورو ۾ عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ هڪ عظيم

الشان جلسہ روحاني طلبہ جماعت پاڪستان برانچ مورو طرفان رکيل هو . جنهن ۾ حيدرآباد، هالا، نوابشاهہ، دادو ۽ ٻين شهرن جا شاگرد پڻ آيل هئا. پهريائين روحاني طلبہ جماعت جي شاگردن تقريرون ڪيون بعد نماز مغرب مولانا محمد رمضان صاحب تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن پنهنجي نوراني خطاب سان نوازيو. هن موقعي تي حضرت سچڻ سائين جن پوري جماعت اندر حضرت سهڻا سائين رح جن جي صحت ڪاملہ ۽ شفا عاجلہ لاءِ دعا گهري ڇو تہ محبوبن جو وجود مسعود سان جهان جو وجود آهي ۽ سندن زندگي مبارڪ سان جهان جي زندگي آهي.

**پهريون وعظ :-** 26 ربيع الاول 1403هہ مطابق 83ء بروز اربع ستاويهين شريف جو موقعو هو، جماعت نئين پرائي ڪاني انداز ۾ آيل هئي، حضرت سچڻ سائين جن ٻڌايو تہ حضرت سهڻا سائين رح جن هن عاجز کي امر فرمايو تہ موقعي واريون نمازون بہ اوهان پڙهايو ۽ موقعي واري تقرير بہ اوهان ڪيو. آءُ سمجهي ويس تہ تہ هيءُ حڪم منهنجي لاءِ چڱائي ۽ سعادت آهي. نماز عشاء کان پوءِ حضرت صاحب جن جي فرمان سان تقرير ۾ ڪير. درگاهہ الله آباد شريف تي هيءُ منهنجو پهريون وعظ نصيحت هيو .

**شادي خانہ آبادي :** 18 جنوري 83ء بروز اڱارو حضرت قبلہ سچڻ سائين جن مولانا محمد رمضان صاحب جي شاديءَ جي موقعي تي عمر راهوءِ جي ڳوٺ تشريف فرما ٿيا. حضرت صاحب جن سان گڏ ڊاڪٽر عبدالرحيم چنہ ۽ قاري غلام حسين هيا. ان تقريب ۾ مولوي صاحب جا دوست احباب ڪراچي ۽ مختلف علائقن مان شريڪ ٿيا. مولانا محمد ادريس

صاحب به آيل هيا . حضرت صاحب جن بعد نماز مغرب واپس درگاهه الله آباد شريف روانا ٿي ويا .

**تبليغي سفر مورو:-** 11 فبروري 83ء بروز جمع حضرت محبوب سبحاني رح جي سلسلي ۾ روحاني طلبه جماعت جي طرفان هڪ عظيم الشان مرڪزي جلسو محمدي مسجد مورو ۾ منعقد ڪيو ويو، جيڪو حضرت قبله سجڻ سائين جن جي زير صدارت هئو، هن جلسي جو مهمان خصوصي سيد محمد جيئل شاهه جيلاني هيو. جناب اسرار احمد اسٽيج سيڪريٽريءَ جا فرائض انجام ڏنا. جمع نماز کان اڳ جناب خالد مغل صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز جمع مولانا محمد اسلم صاحب، مولوي عبدالغفور صاحب ۽ مولوي مشتاق احمد بلوچ تقريرون ڪيون. ان کان اڳ بيدار مورائي، حضرت "محبوب سبحاني" رح جي سوانح حيات ۽ سيرت تي هڪ جامع مقالو پڙهيو. عصر کان مغرب نماز تائين شاگردن درميان تقريري مقابلو ٿيو. بعد نماز مغرب حضرت قبله سجڻ سائين جن خصوصي نوراني خطاب فرمايو .

**پهريون مراقبو :** 20 فبروري 83ء بروز آچر. اڄ صبح جو نماز کانپوءِ پهريائين حضرت سجڻ سائين جن مراقبو ڪرايو ۽ آخر ۾ دستور مطابق سهڻا سائين رح جن مراقبو ڪرايو .

**پهرين ذڪر جي تلقين :** 25 فبروري 83ء بروز جمع. اڄ صبح جو حضرت قبلا سهڻا سائين جن جي عدم موجودگيءَ ۾ حضرت سجڻ سائين جن مراقبو ڪرايو، وعظ نصيحت ڪئي ۽ آيل نون ماڻهن کي ذڪر جي تلقين فرمائي، بعد نماز جمع به حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر سمجهايو .

**خلفاء لاءِ خصوصي فرمان:** 20 اپريل 83ء اربع حضرت قبله سهڻا سائين رح جن فرمايو ته حضرت خواجه پيرمٺارح

جن فرمائيندا هئا ته ڪوبه خليفو صاحب ٻئي خليفي جي جماعت ۾ ان جي رضامندي ۽ غير موجودگيءَ ۾ نه وڃي ۽ جڏهن وڃي ته ان علائقي جي خليفي جي خادم جي حيثيت ۾ رهي ، ٻاهريون خليفو ڀلي ڪيڏو به وڏو ڇو نه هجي ۾ علائقي جي خليفي جو ادب ڪري ، ان جي نعلين کڻي، ان لاءِ ڪونٽرو به پاڻ کڻي. تقرير ۾ ماڻهن کي ان ڏانهن متوجهه ڪري. جيڪڏهن ائين ڪري نٿو سگهي ته پوءِ اهڙو خليفو، ٻئي خليفي جي جماعت ۾ نه وڃي. هي طريقت جا ضروري ۽ زرين اصول آهن. انهن جي تابعداري نه ڪرڻ سان گهڻو نقصان ٿئي ٿو. حضرت قبله سهڻا سائين رح جن فرمايو ته هن عاجز جي طرف جي ڪن فقيرن کي اجازت ملي ، انهن جو ذڪر به مون کان ٻڌيل هو ، هو چاهين به پيا ۽ چوندا به هئا ته سائين ! اسان جي جماعت ڏي هلو پر هن عاجز ڪين ڇيو ته آءٌ نه هلندس ڇو ته حضرت صاحب جن جا فرمائيندا ته هاڻي هي پاڻ کي پير سمجهي ، جماعت جا دورا ٿو ڪري. بس جنهن پنهنجي پاڻ کي پير سمجهو ته ان جو خانو خراب ٿي ويو، شال الله تعاليٰ اهڙي هَوس کان محفوظ رکي ،

**تبليغي سفر مورو:-** 24 مئي 83ء بروز اڱارو عرس مبارڪ حضرت پير مٺا رح جن جي سلسلي ۾ نوري مسجد دستگير ڪالوني مورو ۾ جلسو رکيل هو. بعد نماز مغرب بيدارموراڻي "حضرت پير مٺا" رح جن جي زندگي مبارڪ تي هڪ جامع مقالو پڙهيو . آخر ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن نوراني خطاب فرمايو .

## سچڻ سائين جن جي قيادت ۾ علماء جو تبليغي دورو :

ماڻا کان ٺٽون ديره تائين ڏهن ڏينهن جو تبليغي پروگرام

رکيل هيو .

**تبليغي سفر هالا:** 16 جولاء 83ء بروز ڇنڇر ڪڪا مسجد هالا ۾ جلسو رکيل هو . بعد نماز ظهر مولوي رحمت الله صاحب بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب بعد نماز مغرب مولانا محمد رمضان صاحب جن تقريرون ڪيون. آخر ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ نصيحت فرمائي. ٻئي ڏينهن 17 جولاء 83ء بروز آچر بعد نماز فجر مولانا محمد رمضان صاحب درس قرآن ڏنو. نماز بعد ظهر ڊاڪٽر محمد جاويد، بعد نماز عصر مولانا غلام نبي صاحب ۽ جناب اسرار احمد صاحب تقريرون ڪيون. آخر ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو .

**تبليغي سفر ڀٽ شاهه:** 17 جولاء 83ء بروز آچر حضرت سچڻ سائين جن مولوي گل محمد چانڊيه جي دعوت تي ڀٽ شاهه پهتا. نهايت ئي مختصر پروگرام هيو. پوري جماعت حضرت صاحب جن سان مصافحه ڪيو ۽ بعد ۾ حضرت صاحب جن شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جن جي روضي مبارڪ تي ختم شريف پڙهيو .

**تبليغي سفر نوابشاه :-** 18 جولاء 83ء بروز سومر مدني مسجد گوليمار نوابشاهه ۾ بعد نماز ظهر تا مغرب جلسي جو پروگرام رکيل هئو. مولانا محمد رمضان، مولوي عبدالغفور، مولوي عبدالرحمان، مولوي محمد محسن ۽ مولوي محمد آدم جن تقريرون ڪيون . فقير غلام سرور ۽ نوازل نعت پڙهي. بعد نماز عصر حضرت قبله سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. بعد نماز عشا شهيد چوڪ نزد ملنگ مسجد نوابشاهه ۾ زير صدارت حضرت سچڻ سائين جي، عظيم الشان جلسو رکيل هو. هن جلسي ڪي مولانا عبدالرحمان، مولانا محمد رمضان خطاب فرمايو.

آخر ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن پنهنجو نوراني خطاب فرمايو. ٻئي ڏينهن 19 جولاء بروز اڱارو بعد نماز ظهر تا عشاء ڳوٺ عبدالعزيز اعواڻ نزد چنيسر ڳوٺ ۾ جلسو رکيل هو. مولانا محمد رمضان ، مولوي عبدالغفور، مولوي محمد محسن ۽ مولوي محمد آدم تقريرون ڪيون . نماز عشاء کان اڳ حضرت سچڻ سائين جن نون مائهن کي ذڪر ڏنو ۽ آخر ۾ خطاب فرمايائون .

**تبليغي سفر مورو:** 20 جولاء 83ء بروز اربع . قبا مسجد مورو ۾ جلسو رکيو ويو. بعد نماز مغرب مولانا محمد دائود، مولوي عبدالغفور، مولوي غلام نبي ۽ بيدار مورائي تقريرون ڪيون. بعد نماز عشاء حضرت قبله سچڻ سائين جن ذڪر سمجهايو ۽ نوراني خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر شاهپور جهانيا:** 21 جولاء 83ء بروز خميس روڊ واري مسجد شاهپور جهانيا ۾ بعد نماز ظهر جلسو ٿيو. پهريائين مولوي محمد محسن تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن ذڪر سمجهايو ۽ نصيحت فرمائي .

**تبليغي سفر مقيم ڏاهري :** 21 جولاء 83ء بروز خميس بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي. ان کان پوء حضرت صاحب جن نون مائهن کي ذڪر ڏنو ۽ نصيحت فرمائي . بعد نماز عشاء مولوي محمد دائود صاحب تقرير ڪئي.

**تبليغي سفر خيرپور ناٿن شاهه:** 22 جولاء 83ء بروز جمع خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ عظيم الشان جلسو رکيل هو. جمع نماز کان اڳ بيدارمورائي تقرير ڪئي. بعد نماز جمع مولوي محمد محسن، مولوي محمد آدم، مولوي عبدالغفور جن تقريرون ڪيون . بعد نماز عصر حضرت صاحب جن نون آيل مائهن کي ذڪر ڏنوء نصيحت فرمائي .

**تبليغي سفر نئون ديره:** 23 جولاء 83ء بروز ڇنڇر بعد نماز ظهر مولوي محمد آدم، مولوي محمد محسن ۽ جناب اسرار احمد صاحب تقريرون ڪيون. بعد نماز عصر مولانا عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز مغرب مولوي عبدالرحمان، مولانا انوار المصطفيٰ ۽ مولوي محمد رمضان تقريرون ڪيون ۽ آخر ۾ حضرت قبلہ سجڻ سائين جن پنهنجو نوراني خطاب فرمايو . پوءِ ڏينهن 10 وڳي درگاهہ الله آباد شريف روانگي ٿي.

**پير جو پروانو عاشق صادق :** 10 آگسٽ 83ء بروز اربع حضرت قبلہ سائين نصيرالدين شاهہ صاحب رح جن جو وصال ٿيو . سندن جو پنهنجي مرشد مربي سان نينهن جو ناتو ۽ قرب جو ڪانڊيو قيامت تائين وسري نٿو سگهي . پاڻ پنهنجي پوري زندگي سفر حضر ۾ محبوبن مرشدن ڪريمن سان گڏ رهيا .

**پُر درد آواز :** سفر جا ڏک ڏاڪڙا سهي، جڏهن محبوبن جي مرڪز عاشق آباد ۾ پهچندا هئا تہ اتي ڪافي وقت رهي، لنگر جو ڪم ڪار ڪندا هئا. ساڳئي وقت سائين شاهہ صاحب رح جن پنهنجي پاءِ سائين عبدالخالق شاہ رح جن سان گڏجي پير جي عشق محبت ۾ غزل پڙهندا هئا. حضرت صاحب جن پنهي پائرن جون پُرسوز و گداز درد پريون نعتون ۽ غزل ٻڌي گهڻو خوش ٿيندا هئا. پاڻ اڪثر ڪري حضرت پير مٺا رح جن جا سرائڪيءَ ۾ لکيل غزل ۽ حضرت سهڻا سائين رح جن جا سنڌيءَ ۾ لکيل غزل پڙهندا هئا. پنهي پائرن ڪي جذبو گهڻو ٿيندو هو نتيجي ۾ ٻڌندڙن تي بہ رقت جي حالت طاري ٿي ويندي هئي. درگاهہ شريف تي بہ اڪثر مراقبي جي شروعات سائين شاهہ صاحب رح جن ڪرائيندا هئا. جنهن بعد حضرت سهڻا سائين رح مراقبو ڪرائي دعا فرمائيندا هئا. سائين شاهہ صاحب رح جن اڪثر مراقبي ۾ نوازل فقير جو

هي غزل پڙهندا هئا .

ملائي مکيو مکا پورل ، پورل پلارا - آهن مون ۾ خطائون ، چڙايو خدارا.
شب روز آهي دل ۾ امرتي تقاضو- تني ٿيل ڏينهن اهڙو پڙهين تون جنازو .
نوازش نوازل تي مکا، مکيو قرب وارا - آهن مون ۾ خطائون چڙايو خدارا.

غزل پڙهندي سندن دل پرجي ايندي هئي ۽ مراقبہ دوران روئي ڏيندا هئا . آخر الله تعاليٰ سندن اها دلي خواهش بہ پوري فرمائي ۽ سندن جنازو محبوبن مرشدن ڪريمن پاڻ پڙهيو.

**خرقہء خلافت ۽ تبليغ دين :** حضرت پير مٺا رح جن حضرت شاهہ صاحب رح جن جا اعليٰ اخلاق ، نيڪي، تقويٰ، ايثار قرباني ۽ خدمت خلق جو جذبو ڏسي ڪري کين خلافت پڻ عطا فرمائي. سائين شاهہ صاحب رح جن بظاهر ڪي وڏا عالم فاضل ڪونہ هئا مگر ديني تبليغ ۾ گهڻن عالمن کان بہ اڳتي هيا . سائين جن جي تبليغ اڪثر ڪري سنڌ جي دور دراز ٻهراڙي وارن علائقن ۾ هوندي هئي . جتي هزارن جي تعداد ۾ اڻ سڌريل، دين کان پري پيل ماڻهو، چور ڌاڙيل ۽ سرڪش انسان سڌري نيڪو ڪار ۽ پرهيزگار بنجي ويا. سندن زياده تبليغ نوابشاهہ ضلعي اندر هئي. خاص ڪري موروشهر سندن تبليغ جو مرڪز هو، جتي غريب آباد نالي هڪ تبليغي روحاني مرڪز قائم ڪيائون . حضرت سهڻا سائين رح جن هر سال بہ دفعا تشريف فرما ٿيندا هئا ۽ حضرت سجڻ سائين جن بہ ساڳئي نموني مهرباني فرمائيندا رهندا آهن.

**پهرئين مرڪز تي پهرين قرباني :** سائين شاهہ صاحب رح درگاهہ فقير پور شريف تي پنهنجي موري واري جماعت مان بہ وڏي عمر جا نوجوان مولانا محمد رمضان ۽ قاري محمد دائود دين جي تعليم واسطي پيش ڪيائون نتيجي ۾ سندن خلوص جو اهو اثر ثمرنڪتو جو پهرين دستار فضيلت جي موقعي تي ٻئ

مان پاڻ عالم سڳورا فارغ تحصيل ٿيا. مولانا محمد رمضان صاحب هڪ سٺو مُدرس، مبلغ ۽ خطيب آهي. سنڌ، پنجاب، بلوچستان کان علاوه متحده عرب امارت جي هر سفر ۾ حضرت سچڻ سائين جن سان گڏ هوندو آهي. ان جي مٿان به سائين شاهه صاحب رح جن جا اڻ ميا اڻ ڳڻيا احسان آهن جيڪي ڪيس سڄي ڄمار ياد رهندا. "جيءَ تنين کي، جن جيءَ سيکاريو" اهڙي جوان سان اچ وفا ڪرڻ جو وقت آهي، هر ڪو انسان مون کان وڌيڪ سوچي ۽ سمجهي ٿو. عاقل لاءِ اشارو ڪافي آهي.

**صدقه جاريه** : سائين شاه صاحب رح جن جي جماعت اندر تقريبا 30 عالم سڳورا ۽ 50 استاد آهن. مولانا محمد حسن صاحب اوٺو جنهن جي تبليغ سنڌ کان علاوه پنجاب، تائين پکڙيل آهي. سندن طالب شاگرد رشيد مولانا مقصود الاهي (ڪراچي) ۽ مولانا انوار المصطفيٰ (لاهور) آهن. انهن به شروع ۾ سائين شاهه صاحب رح جن جي دست بيعت ڪئي. مولانا جان محمد صاحب رح جن، جيڪي نهايت ئي ذهين، صاحب درد، نيڪ صالح ۽ بهترين مبلغ هئا. اهي به سائين شاهه صاحب رح جن جي جماعت جي هڪ فرد محمد سليمان ميمڻ (مورو) جي ترغيب سان درگاهه رحمتپور شريف پهتا ۽ سائين شاهه صاحب رح جي صحبت مان فيضياب ٿيا. اڄ سندن جماعت هالا، حيدرآباد، خيرپور ۽ سکر ۾ ڪافي آهي. سائين غلام قادر صاحب جن جيڪي رات ڏينهن تبليغي ڪم ۾ ڪوشان ۽ مصروف آهن. انهن جي مٿان به سندن بي پايان مهربانيون آهن. حضرت سچڻ سائين جن سائين شاهه صاحب رح جن جي جماعت کي مولانا غلام قادر صاحب جي حوالي ڪيو آهي. تقريري تبليغ کان علاوه تحريري تبليغ ۾ به

سندن ڪافي حصو آهي جو تہ اڪثر جماعت جا ڪتاب مولانا حبيب الرحمان صاحب ۽ بيدار مورائي جا لکيل آهن. اهي ٻئي ننڍي هوندي کان سندن سايہ ۽ شفقت هيٺ رهيا آهن. سندن ڪيل احسانن کي ياد ڪري، اڄ بہ روئي ويهندا آهن.

**خدمت خلق جو جذبو:-** دين پور، رحمتپور ، فقيرپور ، الله آباد کان طاهر آباد تائين پاڻ پنهنجي زندگي لنگر جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائون. ڪٿان لنگر لاءِ پاڪائيءَ جو ڳڙ ٺهرائي ڪٺي ايندا هئا تہ ڪٿان وري لنگر لاءِ آنَ ۽ ڪاٺيون ڪنبو ايندا هئا. ڪڏهن محبوبن جي جاءِ پيا ٺاهيندا هئا تہ ڪڏهن وري مدرسي ۽ مسجد جي اوساري پيا ڪندا هئا .

**بهترين نسبت :** سائين شاهہ صاحب رح جن لاءِ هيءَ ئي سعادت ڪافي آهي جو پاڻ اول کان آخر تائين حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جا پنهنجي خاندان سميت وفادار ۽ خدمت گذار رهيا. حضرت صاحب جن جو اولاد کين نانا ، نانا ڪري سڏيندو هيو.

**اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار :** سندن مثالي نيڪي ۽ تقويٰ ڏسي ڪري پوري جماعت کين عزت جي نگاهہ سان ڏسندي هئي ۽ ادب احترام ڪندي هئي . ان هوندي بہ سندن تواضع ۽ خوش خلقي، سلام ڪلام ۾ نياز نوڙت ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ سادگي نمايان هئي. هر ڪنهن ننڍي وڏي سان پيار محبت سان پيش ايندا هئا. تڪبر ۽ وڏائي جي تہ منجهن بوءِ بہ محسوس ڪانہ ٿيندي هئي. ڪنهن بہ ماڻهو ۾ ڪوڪم هوندو هو تہ ان کي گهرائڻ جي بدران پاڻ ان وٽ هلي ويندا هئا .

تبليغ دوران پنج ست ميل پنڌ ، ٿيلهو هٿ ۾ ہنا ڪنهن ساٿيءَ جي سفر ڪندا هئا .

سائين سفر هليا : " لاڏيو لطيفن ، پلاڻي پنڌ پيا - هتان حبين، ڪاڏهن ڪونہ ڏڪوئيو "

پهرين ذي القعد 1403 هہ خميس رات ستين وڳي ، جناح اسپتال ڪراچي ۾ سنڌن انتقال ٿيو. اتي موجود سنڌن ڀاءُ سائين عبدالخالق شاہ رح ، مولانا محمد رمضان صاحب ۽ مولانا رحمت الله صاحب ڪين طاهر آباد شريف ڪڻائي آيا (جتي حضرت قبلہ سهڻا سائين رح ۽ سائين شاهہ صاحب رح جن جا اهل خانہ پڻ رهيل هئا ). حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن کي پنهنجي صالح مخلص مريد ۽ هڪ جهوني وفادار دوست جي وڇوڙي جي خبر پوڻ تي سخت صدمو رسيو. حضرت سهڻا سائين رح جن پنهنجي ڪلهن واري سفيد نوراني بابرڪت چادر مبارڪ موڪلي، جيڪا ڪفن ۾ شامل ڪئي وئي. بعد نماز ظهر پاڻ پنهنجي عاشق صادق جي جنازي نماز پڙهائي.حالانڪ ڪين ڪافي عوارضات هيا تڏهن بہ دعا بعد پاڻ جنازي کي ڪلهو ڏيئي اڳتي هليا ۽ ڪجهہ فاصلي بعد ئي سموري جماعت کي جنازي ساڻ گڏ وڃڻ جو حڪم ڏيئي، پاڻ مجبوراً بيهي رهيا. جيستائين جنازو نظر آيو ٿي، پاڻ اشڪبار اکين سان اوڏانهن ڏسندا رهيا ۽ بعد ۾ حويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرما ٿيا. ان وقت هر مريد جي دل ۾ اها ئي تمنا هئي تہ ڪاش ! منهنجو جنازو بہ مرشد پڙهائي ۽ ۽ ڪلهو ڏيئي ابدي آرامگاهہ ڏانهن روانو ڪري .

## سجڻ سائين جي شادي خانہء آبادي:

20 سيپٽمبر 83ع بروز آگارو حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جو وليمو درگاهہ الله آباد شريف تي ٿيو. حضرت صاحب جن جي ڪافي دل گهرين دوستن احبابن شرڪت ڪئي. صبح جي وقت هڪ هلڪو پروگرام رکيو ويو، جنهن ۾ ڪافي دوستن تقريرون

ڪيون. ان کان علاوه حضرت قبلہ سجڻ سائين جن پڻ نوراني خطاب فرمايو. آخر ۾ فقير نوازل ۽ غلام سرور نهايت ئي محبت ۽ خلوص سان شاديءَ متعلق غزل پڙهيو.

**آخري صفر جي ستاويهين** : 27 صفر 1404 ھ مطابق 3 ڊسمبر 83ع بروز ڇنڇر درگاهہ الله آباد تي سرحد ۽ پنجاب کان ڪافي انداز ۾ جماعت آيل هئي . حضرت قبلہ سجڻ سائين جن من عاجز کي ٻڌايو تہ انهيءَ موقعي تي حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن من عاجز کي فرمايو تہ اوهان جماعت کي ذڪر بہ ڏسيو ۽ تقرير بہ ڪيو. جڏهن من عاجز عذر پيش ڪيو پاڻ فرمايائون تہ چڱو اسان حويلي ڏانهن وڃون ٿا، اوهان اسان جي غير موجودگيءَ ۾ ذڪر بہ ڏسيو ۽ تقرير بہ ڪيو. جڏهن من عاجز انهيءَ ڳالهہ تي بہ عذر پيش ڪيو تہ پاڻ خاموش رهيا. آخر تهجد وقت بہ فرمايائون . حضرت صاحب جن جي گهڻي اصرار تي من عاجز عرض ڪيو تہ قبلا! ميءَ عاجز ذڪر تہ ڏسي نہ سگهندو مگر محبوبن جي فرمان سان تقرير ڪندو. بس حضرت صاحب جن جي فرمان سان حضرت قبلہ سجڻ سائين جن اردو ۾ تقرير فرمائي، ان کان پوءِ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن خطاب فرمايو. امي ٻئي تقريرون ڪيسٽ ذريعي من عاجز وٽ محفوظ آهن.

**تبليغي سفر قمبر** :- 4 ڊسمبر 83ع بروز آچر قمبر شهر ۾ هڪ عظيم الشان جلسو حضرت امام رباني رح جي سلسلي ۾ رکيل هو. بعد نماز مغرب حضرت قبلہ سجڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ نصيحت فرمائي . بعد نماز عشا مولوي محمد اسلم ۽ مولوي نذير احمد جن تقريرون ڪيون.

**تبليغي سفر کهندي** : 5 ڊسمبر 83ع بروز سومر کهندي شهر ۾ هڪ جلسو رکيل هو. حضرت سجڻ سائين جن ٻڌايو تہ

هن شهر لاء حضرت سهڻا سائين رح جن تاڪيد فرمايو هو ته هن شهر ۾ ضرور وڃجو ڇو ته هتي اسان جي پراڻي جماعت آهي. بعد نماز عصر مولوي محمد عظيم تقرير ڪئي. بعد نماز مغرب حضرت سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. بعد نماز عشاء مولوي امام علي ۽ مولوي نذير احمد تقريرون ڪيون. بعد نماز فجر مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب جن تقرير ڪئي .

**باطني بصيرت ۽ فراست:** جيئن ته هن سفر دوران درگاهه فقير پور شريف وڃڻ جو به پروگرام هيو. اچانڪ حضرت سچڻ سائين جن اهو پروگرام منسوخ ڪري درگاهه الله آباد ڏانهن تياري ڪئي. جماعت اندر ڏاڍي بيچيني پيدا ٿي. مگر جڏهن درگاهه شريف تي پهچڻ ٿيو ته اهو راز هن طرح ظاهر ٿيو ته ان رات حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي اوچتو طبيعت مبارڪ سخت ناساز ٿي پئي ۽ ڪين پنهنجي نورِ نظر لختِ جگر جو شديد انتظار هيو.

**ابدي گهر جو انتظار :** ٻهرين ربيع الاول مطابق 7 ڊسمبر 83ع اربع جي رات يارهين وڳي ڌاري حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي طبيعت مبارڪ زياده ناساز ٿي پيئي . نيم خوابيءَ جي حالت ۾ پاڻ اردو ۾ تقرير ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون. تقرير دوران فرمايائون ته "هاڻي اسان هلون ٿا. ذڪر مولوي محمد طاهر صاحب کان سکجو " ان کان پوءِ فرمايائون ته "چا ! پنهنجي گهر نه هلنداسون" اهي الفاظ چار دفعا دهرائيندا رهيا . هر دفعي حضرت سچڻ سائين جن اهوئي عرض ڪندا رهيا ته قبلا ! پنهنجي ئي گهر ۾ آهيون . حضرت صاحب جن جو اشارو شايد وطن آخرت طرف هيو. جيڪو مومن جو اصلي گهر آهي. تڪليف

جي وڏي وڃڻ تي ڊاڪٽر عبدالرحيم چنه جيڪو حضرت صاحب جن جو خادم ۽ خاص معالج آهي ، کي اطلاع ڏنو ويو . الحمدلله ! علاج کان پوءِ ڪي قدر فائدو محسوس ٿيو پر جيئن ته پاڻ نماز فجر تي ٻاهر اچي نه سگهيا ته فقيرن اندر ڪجهه بي چيني پيدا ٿي پئي . سندن بيماريءَ جي خبر سنڌ، پنجاب کان علاوه بيروني ممالڪ جي فقيرن تائين پڻ پهچي ويئي ۽ فقير هڪ ٻئي پٺيان اچڻ لڳا. نماز ظهر تي پاڻ تشريف فرما ٿيا . محبوبن کي ڏسندي فقيرن جون دليون بهاربهار ٿيون ۽ سندن حوصلا بلند ٿيندا ويا. تاهم فقيرن جي آمد جو سلسلو جاري ۽ ساري رهيو.

## تبليغي سفر اسٽيشن راڌڻ: 8 ڊسمبر 83ع بروز

خميس اسٽيشن راڌڻ سرهندين واري مسجد ۾ هڪ عظيم الشان جلسو رکيل هو. ان سلسلي ۾ درگاهه فقير پور کان مولوي نذير احمد ۽ مولوي عبدالمجيد صاحب جن درگاهه الله آباد پهتا . جڏهن انهن دعوت جو عرض ڪيو ته حضرت قبله سچڻ سائين جن کين سمجهايو ته هن وقت حضرت صاحب جن جي طبيعت مبارڪ صحيح نه آهي وري ڪنهن ٻئي موقعي تي پروگرام رکيو وڃي ته ايتري ۾ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن فرمايو ته "اهڙا موقعا زندگي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ملندا آهن، مهڙيون ذڪر واريون پر برڪت مجلسون اگر چين ۾ هجن ته اتي به پهچڻ گهرجي". بس حضرت صاحب جن جي فرمان سان حضرت سچڻ سائين جن اسٽيشن راڌڻ پهتا . بعد نماز ظهر مولوي نذير احمد مختصر تقرير ڪئي . ان کان پوءِ حضرت صاحب جن آيل نون ماڻهن کي ذڪر سمجهايو. بعد ۾ قاضي نصير الدين صاحب رح جن تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت سچڻ سائين جن پنهنجو نوراني خطاب فرمائي درگاهه الله آباد شريف روانا ٿي ويا . ياد رهي ته هن

جلسي جي چوٿين ڏينهن حضرت صاحب جن جو وصال ٿي ويو .

**آخري جمع :** 3 ربيع الاول مطابق 9 ڊسمبر 83ع بعد نماز جمع معمول جي مطابق وعظ نصيحت فرمايائون ، خصوصي طور ڏاڙهي رکڻ جا فضائل ۽ ڪوڙائڻ جي متعلق وعيد ٻڌايائون .

**آخري ڏينهن ۽ آخري مجلس :** 5 ربيع الاول مطابق 11 ڊسمبر بروز آچر بعد نماز فجر حضرت صاحب جن پاڻ حلقہ مراقبو ڪرايو . بعد نماز ظهر رشتيدارن جي حقن متعلق تقريبا هڪ ڪلاڪ نصيحت فرمايائون بعد نماز عصر تا مغرب مسجد شريف ۾ ٿي رونق افروز هيا . شروع ۾ مولانا حبيب الرحمان صاحب تبليغي خط پڙهندو رهيو ۽ پاڻ دستور مطابق پوري توجهہ سان ٻڌندا رهيا. ان کان پوءِ نندو آدم کان آيل نون ماڻهن کي طريقہ عاليہ ۾ داخل ڪيائون ۽ مغرب جي اذان تائين نصيحت ڪندا رهيا. نماز عشاء بہ مسجد شريف ۾ ٿي جماعت سان ادا فرمايائون .

**سهڻا سفر هليا :** رات جو معمول مطابق نماز تهجد پڙهڻ لاءِ جيئن اٿيا تہ زيادہ تڪليف محسوس ڪندي پنهنجي گهر وارن کي آگاهہ ڪيائون. ان ئي وقت حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن ٽيليفون ذريعي ڊاڪٽر عبدالرحيم چنہ کي اطلاع ڏنو. ان جي اچڻ تائين پاڻ وضو ڪري ، پنهنجي پياري اکين ٺار نماز تهجد پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويا. شدت واري تڪليف جي باوجود پاڻ نهايت ئي اطمينان ۽ دلي سڪون سان نماز ادا فرمائيندا رهيا. اجا ۾ نفل پورا مس ڪيائون تہ ڊاڪٽر صاحب انجيڪشن تيار ڪري اچي اڳيان بيٺو. مگر پاڻ فرمايائون تہ "ڇڏيو، هاڻي انجيڪشن جو وقت گذري ويو".

ائين فرمائي پنهنجي روحاني ۽ جسماني ڪعبہ جي طرف

متوجه ٿي، بستري تي ليٽي پيا. ذڪر ڏسڻ واري نموني هٿ مٿي ڪٿي الله الله ڪندي، 6 ربيع الاول 1404هه مطابق 12 ڊسمبر 83ع سومر رات 2 لڳي 40 منٽن تي پنهنجي حقيقي محبوب ۽ معبود جي ذڪر جي محويت ۾ پنهنجي حقيقي مالڪ خالق جي حضور ۾ پهتا . انا لله وانا اليه راجعون.

الله يا محمّد ﷺ هو وے زبان پہ جاري - جب یہ روح میري چرخِ کُهن سے نکلے.

هيءَ شعر سنڌن پسنديده شعر هيو ۽ هميشه زندگي جو ساٿي رهيو. الحمد لله ! ان ٿي شعر جي مصداق سنڌن وصال ٿيو. وصال به نهايت ٿي سهڻي حالت ۾ ٿيو فجر کان عشا تائين سڀ نمازون با جماعت مسجد شريف ۾ ادا ڪيائون. آخري گهڙين تائين نماز تهجد قضا نه ڪيائون. محبوبن جي محبوب سنت دستار مبارڪ، آخري لمحن تائين سنڌن سر مبارڪ تي ٻڌل هئي، ڏنڊڻ ۽ تسبيح وهاڻي جي پرسان رکيل هئي .

**رقت آميز منظر:** 12 ڊسمبر 83 بروز سومر نماز فجر حضرت قبله صاحبزاده مد ظله العالي جن پاڻ پڙهائي مگر الهيءَ حالت ۾ جو صبر و ضبط جي باوجود بار بار گريه جي ڪري آواز تي پڻ اثر هيو. ان کان پوءِ غسل وغيره جي لاءِ جڏهن حضرت صاحب جن جي آرامگاه وٽ پهچڻ ٿيو ته سبحان الله ! سنڌن نوراني چهره انور جي نورانيت ۽ ڪشش اڳي کان گهڻي زياده نظر آئي. محبوبن جي محبوب سنت دستار مبارڪ ٻڌل هئي، تسبيح ۽ ڏنڊڻ وهاڻي جي پرسان رکيل هيو. نماز جنازه لاءِ ظهر جو وقت مقرر ڪيو ويو تانته دور دراز کان اينڌڙ مريد، خادم ۽ عقيدتمند پنهنجي محبوب مرشد مربيءَ جو آخري ديدار ڪري سگهن. چنانچ

2 وڳي جڏهن آفتابِ رُشد و هدايت جي خاڪي جسم اطهر کي ٻاهر آندو ويو تہ هزارين عاشق صادق پنهنجي آقا کي ڪلهي ڏيڻ لاءِ آتا هيا. ليڪن اهڙي وقت ۾ ڪلهو ڏيڻ تہ پري رهيو پر محبوبن جي ڪٽ تائين پهچڻ بہ مسئلو هيو. ان وقت حيران پريشان فقراء جي حالت بہ عجيب هئي بي اختيار هڪٻئي متان ڪرندا رهيا ۽ سندن سينن مان الله الله جي درد ڀري صدا نڪرندي رهي. اهڙي طرح مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ جي صدر دروازي جي سامهون محبوبن ڪريمن جو جنازو رکيو ويو ۽ خلفاء ڪرام جي گهڻي اِصرار تي حضرت قبلہ سچڻ سائين جن نماز جنازه پڙهائي ۽ دعا فرمايائون. ان کان پوءِ ديدار جا دروازا کلي ويا. زيارت جي عام اجازت ڏني ويئي. عجيب رقت آميز منظر هيو. هر اک اشڪبار هئي ان جي باوجود ڪنهن جي زبان مان بي صبري ۽ ناشڪري جا لفظ ٻڌڻ ۾ نہ آياءِ منتظمين حضرات بارٻار اسپيڪر ذريعي صبر جي تلقين ڪندا رهيا." نيهن نهائين کان سک منهنجا سپرينِ سڙي سارو ڏينهن. ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري". ان کان پوءِ نماز عصر کان پهريائين پهريان تدفين جو عمل مڪمل ٿيو. سچي ڳوٺ اندر ننڍي وڏي، عورت مرد کان ڪائڻ ڀيٺڻ وسري ويو. مدرسي جي شاگردن ۽ استادن مهيني تائين روزانہ هڪ ٻہ ختم شريف جو اهتمام ڪيو. ان کان علاوه موجوده فقراء بہ ايصالِ ثواب خاطر تلاوت ۽ طعام جو انتظام ڪندا رهيا. پاڪستان کان علاوه حرمين شريفين ۽ متحده عرب امارات ۾ بہ ڪافي جاين تي ايصال ثواب لاءِ ختم شريف ۽ لنگر جو اهتمام ڪيو ويو .

**فڪر انگيز تقرير:** حضرت قبلہ سهڻا سائين نور الله مرقده جي ارشادات عاليہ جي روشنيءَ ۾ سندن تمام خلفاء ڪرام، علماء ڪرام ۽ فقراء متفق طور تي بعد نماز فجر حضرت قبلہ سائين

صاحبزاده مولانا محمد طاهر (عرف سڄڻ سائين ) مد ظلہ العالي جي تجديد بيعت جو فيصلو ڪيو. فجر جي اذان ۽ نماز جي وچواري وقت ۾ حضرت خواجہ پير مٺا رح ۽ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي پياري ۽ پراڻي خليفہ مولانا محمد دائود صاحب، حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن جي بيعت، اتحاد و اتفاق ۽ حضرت صاحب رح جن جي نقش قدم جي موضوع تي هڪ فڪر انگيز تقرير ڪئي. نماز فجر کان پوءِ تمام خلفاءِ، علماءِ ۽ فقراءِ تجديد بيعت لاءِ اڳتي وڌيا جڏهن تہ حضرت سڄڻ سائين جن بمشڪل گريہ ضبط رکندي بيعت وٺڻ کان معذرت ڏيکاري تاهم جليل القدر خلفاءِ ڪرام جي گهڻي اصرار تي هٿ اڳيان وڌائي بيعت ورتي.
معمول مطابق دعائن پڙهڻ وقت باربار آواز جهڪو ٿيندو پئي ويو.

**پُر تاثير تاريخي خطاب :** 7 ربيع الاول مطابق 13 ڊسمبر 83 بروز اڱارو حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن جيڪو پُر تاثير تاريخي خطاب فرمايو. ان جا ڪجهہ اقتباسات هيٺ ڏجن ٿا.

**عاجزي انڪساري:** مي عاجز ناڪاره ، نااهل ۽ بدڪار آهي. منهنجي پوري زندگي غفلت ۾ گذري ويئي بس حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن عيب ڍڪيندا رهيا ورنہ منهنجو ڪو حال آهي، نہ عمل آهي. دوستن جيڪو منهنجي مٿان وڏو بار رکيو آهي مون ۾ ان بار کڻڻ جي همت نہ آهي. هي عاجز اوهان جي غلامي ۽ خادمي لاءِ وقف آهي. هتي ڪا پيري مريدي ڪانهي، سڀ حضرت سهڻا سائين رح جن جا مريد آهيون. بس هيءُ ئي دعا آهي تہ الله تعالىٰ اسان کي مرشدن ڪريمن جي طريقي تي هلائي. بلاشبہ اسان جي آقا حضرت سهڻا سائين رح جن پنهنجي پوري زندگي سنت رسول الله ﷺ جي مطابق گذاري ۽ اسان کي صحيح معنيٰ ۾ صراط مستقيم ڏيکاريائون، پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ اهڙي جماعت تيار ڪري

ويا جيڪا صحيح معنيٰ ۾ رسول الله ﷺ جن جي پيروڪار آهي.
هي عاجز گنهگار آهي، جيڪو مهنجي مٿان بار رکيو ويو آهي قطعا ان جي کڻڻ جي قابل نہ آهي، دعا ڪندا تہ الله تعاليٰ هن بار کڻڻ جي توفيق بخشي، منهنجي دل ۾ حضرت سهڻا سائين رح جن جي محبت پيدا ٿئي، رسول الله ﷺ جن جو عشق پيدا ٿئي خداوند تعاليٰ جو خوف پيدا ٿئي تانتہ صحيح معنيٰ ۾ هي بار کڻي سگهان. اڄ بہ منهنجي ڪوتاهيءَ تي منهنجو گريبان پڪڙي سگهو ٿا، زباني چئي سگهو ٿا، الهيءَ طريقي سان منهنجي مدد ڪرڻ اوهان جي ذميداري آهي .
هي عاجز مٽي ڪان ولي پيرن تائين عيبن ۾ پريل آهي، حضور جن جو ادنيٰ غلام آهي، اوهان جو غلام آهي، مون ۾ ڪابہ اهليت ڪانهي ليڪن حضرت سهڻا سائين رح جي طريقي کي هر قيمت تي هلائڻو آهي، دنيا دولت تانتہ جان بہ هلي وڃي پرواهہ نہ آهي ليڪن طريقت کي نہ ڇڏيندس، طريقت کي داغدار نہ ڪندس، آخري دم تائين خدمت ڪندو رهندس.
**الله وارا زنده آهن :** هي نہ سمجهو تہ هاڻي حضرت صاحب جن اسان وٽ نہ آهن، نہ، نہ، بلڪ اهي اڄ بہ زنده آهن، اسان سان گڏ آهن، دنيا ۾ بہ گڏ هئا ، هاڻي بہ گڏ آهن ۽ آخرت ۾ بہ انهن جي دامن ۾ هٿ هوندا. واقعي جسماني پيڙ تہ جدا ٿي سگهن ٿا مگر حضرت سهڻا سائين رح جن اسان جا روحاني والد آهن اهي هميشہ اسان سان گڏ آهن. اسين لاوارث نہ آهيون ليڪن شرط هي آهي تہ انهن جي هدايتن ۽ ڏسيل طريقي کي اسان نہ ڇڏيون، صحيح معنيٰ ۾ سندن فرمان تي عمل ڪيون. هن عاجز جي زندگي دين اسلام لاءِ وقف آهي، اوهان بہ واعدو ڪيو تہ پوري زندگي دين جي خدمت ڪندا رهنداسين، اهوئي طريقو اپنائينداسين، جيڪو

اسان جي مرشد مربي جو طريقہ آهي .

**خلفاء ۽ طلبہ کي خطاب:** ڪنهن بہ خليفي صاحب کي سستي ۽ ڪاهلي جي هر گز اجازت نہ آهي. پنهنجي جماعت کي پهرين وانگر سنڀاليو، تبليغ ڪريو. حضور جن جي جاري ڪيل مشين جا پاڻ بہ عامل بڻجو ۽ ٻين کي بہ بڻايو. خلاف شرع رسم و رواج کان پري پڃو. خدانخواستہ اگر رسم داخل ٿي ويئي تہ سمجهو تہ طريقت جو خاتمو ٿي ويو. حضور جن جو هي زوردار حڪم هوندو هو تہ ياد رکو هي طريقو رسمي پيري مريدي جو نہ آهي نذر ونياز، چندي وصوليءَ جو طريقو نہ آهي خالص رضا الاهي وارو طريقہ آهي .

اي روحاني طلبہ جماعت جا نوجوانو ! اوهان منهنجي مرشد مربي جا پيارا آهيو. سموري جماعت ۾ حضور جن جي محبت اوهان سان زياده هئي. اوهان انهن جي دل کي خوش رکيو. خدارا ! هاڻي آزاد ويهي ڪري، انهن جي روح کي ڏک نہ پهچائيندا. طريقت کي هٿان نہ ڇڏيندا.

**تجديد بيعت:** ان ساڳيئي اڱاري ڏينهن تجديد بيعت کان پهريان ۽ بعد ۾ حضرت قبلہ صاحبزاده مدظلہ العالي جن جي اهليت، صلاحيت ۽ تجديد بيعت جي موضوع تي حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي جليل القدر خلفاءِ ڪرام پرتاثير تقريرون ڪيون، جن ۾ حضرت علامہ الحاج ڪريم بخش صاحب، حضرت مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب، حضرت مولانا جان محمد صاحب رح، حضرت مولانا محمد رمضان صاحب، حضرت مولانا حاجي محمدعلي صاحب ۽ حضرت مولانا حاجي محمد ادريس صاحب جا نالا قابل ذڪر آهن. ساڳئي وقت موقعي جي مناسبت مطابق نعت خوان فقير نوازل، پنهنجي نااهيل هڪ شاندار منقبت پڻ پڙهي .

نڌڪو ناهين ادا تون غم نہ ڪر،
ويو ڏيئي سهڻو ، سجڻ لخت جگر.
1. پنهنجي هوندي پاڻ ويا مقرر ڪري ،
جو تہ اچڻو هو وڇوڙي ، جو چڪر .
2. تون متان طالب اچان مايوس ٿين ،
سهڻي سائين جي سچي تو ۾ نظر .
3. ڏک ڏسن ٿا جن کي ڪامل پيرنا ،
آ اسان جو پير پيرن جو صدر .
4. آ قيامت تائين شناخانہ کُلن ،
بند نہ ٿيڻو آ ادا رحمت جو در .
5. منهن نہ متجي ڪڏهن بہ هن درٻارڪان ،
فيض ساڳيو سلسلو آ سربسر .
6. شان مرشد جو نوازل ڳاء تون ،
ڪر وقف ان جي غلاميءَ ۾ عمر.

## سهڻا سائين ياد آهن ....

ڏينهن ويا ڏاڍا لنگهي ، پر قلب ۾ هن جان ۾ ،
سهڻا سائين ياد آهن ، هر گهڙي هر آن ۾.
1. سهڻي صورت سهڻي سيرت، سهڻي خصلت هئي سندن،
سهڻي حڪمت سهڻي نطرت، سهڻي شفقت هئي سندن،
لفظ استعمال ڪهڙا ڪيان ، سندن جي شان ۾.
2. هنا حقيقي مصطفيٰ ﷺ واري وارثت جا ڌڻي،
نقشبندي سلسلي واري ، جماعت جا ڌڻي،
عام ڪئي روحانيت تن پر فتن دوران ۾.
3. ڏسڻ سان تصوير پياري، هي اکڙيون لڙنديون هنيون ،

ٻڌڻ سان تقرير پياري، هي دليون ٺرنديون هيون
ايترو تاثير هو ، آواز ۾ الحان ۾.

4. هي جڳهہ آئي پسند خود، قيام فرمايائون هتي،
دين لئہ درگاهہ جو، بنياد رکرايائون هتي،
فيض جا چرچا هلي ويا پوري پاڪستان ۾.

5. وقت جا ڪامل ھئا رھندا ولي ھن جاءِ تي،
قافلا درقافلا آيا هلي هن جاءِ تي ،
ڪونہ ٿي ماپيا، سندن جبدار هن ميدان ۾.

6. ڪيترا بي دين آيا ، ديـنداري ويا وٺي،
انڪساري عاجزي پرهيزگاري ويا وٺي،
تازگي آئي ، نئين اسلام ۾ ايمان ۾ .

7. هي سچڻ سائين ، پياري پير جا هن يادگار،
عشق مان ديدار ڪيو، ديدار ڪيو پيا باربار،
ظاهري ۽ باطني، اکڙيون هجن هن جوان ۾.

8. ڪو فرق ڪونهي، صفا گفتار ۾ رفتار ۾،
دين جي تبليغ ۾ ، اخلاق ۾ ڪردار ۾،
اثر ساڳيو ٿو ڏسان، محبوب جي فرمان ۾.

9. فيض ۾ ناهي ڪمي، آهي اڃا ترقي گهڻي،
ڪيترا مرد مجاهد، تيار ٿيا، نعرا هڻي،
ڪي دبئي ڪي آمريڪا ، ويا ڪي عربستان ۾.

10. هي طريقو نقشبندي، شان ۾ اعليٰ تمام،
ابتدا صديق اڪبر، انتها مهدي امام،
پيشوا اهڙا ڏسي، شيطان پيو ارمان ۾.

11. ترب ٿيا ڪيڏا وڏا، صدقي دنيا ساري ڪبي،
يار سان عاشق عباسي چئي وفاداري ڪبي،

انشا الله دفن پي ٿيندا سين هن ايوان ۾.

## سهڻو سائين اهل الله..

1. غوث، قطب ۽ ڪامل بيشڪ، قرآن ڪريم جو عامل بيشڪ،
سنت تي هو سعد الله . **سهڻو سائين اهل الله**

2. صوفي، صادق، سالڪ بيشڪ، مهر جي ملڪ جو مالڪ بيشڪ،
وارث وير ولي الله . **سهڻو سائين اهل الله.**

3. جنهن جو خاص خزينو، سينو، عرش ۽ اتصل مدينو سينو،
قلب ڪيو جنهن بيت الله. **سهڻو سائين اهل الله.**

4. جنهن جو مرشد ڪلنگيءَ وارو، حضرت پير مٺا سو نور نيارو،
رحمتپور ۾ مطر الله . **سهڻو سائين اهل الله.**

5. تقوئي ، طاعت تاج ڏٺي آ، پارس جنهن جي پير پٺي آ،
ڪامل پڙهيو ڪلام الله. **سهڻو سائين اهل الله.**

6. تربت جنهن جي نيهن نظارو، رحمت جنهن تي وسي ٿي يارو،
جنهن جو مرقد نور الله. **سهڻو سائين اهل الله.**

7. (حضرت) محمد طاهر سندس ڪلي آ، پاڻ ولي ۽ ابن ولي آ،
جنهن جو فيض آ فيض الله . **سهڻوسائين اهل الله.**

8. جنهن جا مريد ٻه بخت ڀلارا، ڏاڙهي، ڏنڊڻ ، پٽڪن وارا،
جنهن جي جماعت حزب الله. **سهڻوسائين اهل الله.**

9. عالم ۾ انوار ڪيو جنهن، ٻيدار ڪي آ ٻيدار ڪيو جنهن،
لاکا لعل سو لطف الله . **سهڻو سائين اهل الله.**

10. شمس، قمر ۽ تارا آهن ، سونهن ڀريا نت سارا آهن ،
تائم ڪامل قمر الله . **سهڻو سائين اهل الله.**

**تبليغي سفر محمود آباد** : 16 ربيع الاول 1404 هه مطابق 22 ڊسمبر 83ء بروز خميس محمود آباد لڳ ڪرونڊي تعلقہ فيض گنج ضلع خيرپور ۾ هڪ عظيم الشان عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ هڪ جلسو رکيل هو. 11 وڳي ڪار، ڊاٽسن ۽ جيپ ذريعي درگاهہ الله آباد کان روانگي ٿي جلسو 12 وڳي کان شروع ٿيو. ظهر نماز کان اڳ ڊاڪٽر جاويد ۽ مولانا محمد اسلم صاحب جن تقريرون ڪيون. بعد نماز ظهر حاجي جيئل شاهہ صاحب جيلاني ۽ مولانا محمد معصوم صاحب پنجاب واري تقريرون ڪيون. ان کان پوءِ مولوي مشتاق احمد مختصر ذڪر جي ترغيب ڏني. ان بعد حضرت قبلہ سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ پنهنجو نوراني خطاب فرمايو. تقرير دوران حضرت صاحب جن جي مٿان رقت قلبي طاري هئي ۽ جماعت زارو قطار روئي رهي هئي. آخر ۾ حلقہ مراقبو ٿيو ۽ حضرت صاحب جن شام جو درگاه شريف تي واپس پهچي ويا.

**تبليغي سفر مورو**: 19 ربيع الاول 1404 هہ مطابق 25 ڊسمبر 83ء بروز آچر بخاري ميدان مورو ۾ هڪ عظيم الشان جلسو عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ رکيو ويو. هيءُ جلسو 12 وڳي کان نماز عصر تائين هليو. ظهر نماز کان اڳ مولوي پير بخش ڏاهري تقرير ڪئي . بعد نماز ظهر مولوي امام علي صاحب ( دادو) مولانا ڪريم بخش (ڪراچي). مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب (الله آباد) جن تقريرون ڪيون. آخر ۾ حضرت قبلہ سچڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ هڪ تاريخي خطاب فرمايو .

نوٽ : ياد رهي تہ مذڪوره ٻنهي جلسن جو عرض قبلہ سهڻا سائين رح جن جي خدمت ۾ رکيو ويو هو ۽ پاڻ نهايت ئي

خوشيءَ سان قبول فرمايائون. اچانڪ حضرت صاحب جن جو وصال ٿي ويو. حضرت قبله سچڻ سائين جن فرمايو ته جن جلسن جو انتخاب پاڻ پنهنجي حال حياتي ۾ ڪري ويا آهن، هيءُ عاجز انشاءالله تعاليٰ ضرور ايندو.

## سال 1984ع

**هڪ ٿي نظر ۾:** سال 84ع ۾ حضرت قبله سچڻ سائين مدظله العاليٰ جن کي هڪ طرف محبوبن مرشدن ڪريمن جي وصال ۾ وڇوڙي جو صدمو رهيو ته ٻئي طرف پوري جماعت جيڪا پاڪستان کان علاوه بيروني ممالڪ ۾ به هزارن جي تعداد ۾ آهي، انهن جي ظاهري باطني اصلاح جو اونو. الحمدلله ! محبوبن جو ڪافي خاندان آهي جنهن جي تعليم و تربيت ۽ صحت وغيره جو فڪر. ان کان علاوه پوري ڳوٺ جي ذميداري، انهن مڙين مصروفيتن جي باوجود طريقه عاليه جي اشاعت ۽ تبليغ دين لاءِ پاڻ تقريبا 50 سفر ڪيا آهن جن ۾ ضلع نوابشاهه، ٺٽو، حيدرآباد، ٿرپارڪر، لاڙڪاڻه ۽ ڪراچي کان علاوه 9 ڏينهن لاءِ صوبه پنجاب جو سفر پڻ شامل آهي. تبليغي سرگرمين سان گڏوگڏ مدرسي جي شاگردن ۽ ڳوٺ وارن جي تعليم و تربيت طرف به خصوصي توجه فرمايائون. جنهن جو ذڪر به هن سال جي آخر ۾ آندو ويو آهي.

**تبليغي سفر ڪراچي :** 19 جنوري 84ع بروز خميس روحاني مرڪز مهاجر ڪئمپ ڪراچي ۾ هڪ عظيم الشان جلسو رکيل هو. بعد نماز عصر مولوي جان محمد صاحب رح ۽ مولوي عبدالغفور صاحب جي تقريرون ڪيون. بعد نماز مغرب مولانا محمد رمضان صاحب تقرير ڪئي ان کان پوءِ حضرت قبله سچڻ سائين

جن نئين جماعت کي ذکر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. ٻئي ڏينهن بعد نماز فجر مراقبو ٿيو ۽ ان کان پوءِ مولوي امام علي صاحب تقرير ڪئي.

**سهڻا سائين جي ياد ۾ :** 20جنوري 84ع بروز جمع جامع مسجد الله والي جيڪب لائين ڪراچي ۾ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي ياد ۾جلسو رکيل هو. جمع نماز کان اڳ مولانا ڪريم بخش صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز جمع حضرت قبله سچڻ سائين جن خطاب فرمايو ۽ نون ماڻهن کي ذکر جي تلقين پڻ فرمايائون. ان کان پوءِ قرآن خواني ڪرائي ويئي بعد نماز مغرب حضرت مولانا منتخب الحق صاحب جن هن حديث شريف وعن ابي هريرة رضہ انّ رسول الله صلي الله عليه وسلم اذامات الانسان .... الخ (رواه مسلم) حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته جڏهن انسان مري ٿو ته انجو عمل ختم ٿي وڃي ٿو، مگر ٽي شيون باقي رهن ٿيون هڪ صدقه جاريه ٻيو اهو عمل جنهن جي ذريعي نفعو حاصل ڪيو وڃي. ٽيون ان جو نيڪ اولاد. جيڪو ان جي واسطي دعا ڪندو رهي ٿو. تشريح ڪندي فرمايو ته حضرت قبله سهڻا سائين رح جن اهي ٽيئي شيون ڇڏي ويا آهن. صدقة جارية دارالعلوم جي صورت ۾ موجود آهي، دارالعلوم مان جيترا به طالبٌ علم، علم حاصل ڪري فارغ ٿيندا ۽ انهن جي تدريس و تبليغ مان جيترا به ماڻهو نيڪ ٿيندا. انهن سڀني جي نيڪي ۾ حضرت صاحب جن جو حصو رهندو ۽ اهو سلسلو غير منتقطع آهي. علم ينتفع به جو مصداق هيءَ پوري جماعت آهي، جيڪا باشرع، دستار، ڏندڻ، ڏاڙهي، تهجد، نماز باجماعت جا پابند آهن . انهن سڀني جي نيڪي ۾ حضرت صاحب جن جو حصو آهي. ولد صالح يدعوله، مي

منهنجو ذاتي تجربو ۽ مشاهدو آهي تہ سندن فرزند ارجمند جي نيڪي ۽ تقويٰ مثالي آهي جو تہ مهنجي درس مان ڪيئي طلبہ فارغ ٿي چڪا آهن. ليڪن تقويٰ ۽ نيڪي جي لحاظ کان جميع طالبن ۾ مونکي سندن نيڪي ۽ تقويٰ تي فخر آهي ۽ يقيناً پاڻ پنهنجي والد ماجد لاءِ درجات جي بلنديءَ جو سبب آهن .

**تبليغي سفر نوشهرو فيروز :** 26 جنوري 84ع بروز خميس ڳوٺ جهنڊير نزد ابڙان تعلقہ نوشهره ۾ عظيم الشان جلسو رکيل هو. جيڪو 5 وڳي شام کان شروع ٿيو ۽ 12 وڳي رات تائين هليو. مولانا جان محمد صاحب رح ۽ مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب جن تقريرون ڪيون. ان کان پوءِ حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. بعد نماز عشاء مولانا محمد ادريس صاحب جن تقرير فرمائي.

**تبليغي سفر سڪرنڊ :** فيبروري 84ع بروز جمع ، حضرت صاحب جن درگاه الله آباد کان ڪار ذريعي ڳوٺ غلام حسين سيرچو تعلقہ سڪرنڊ پهتا. نماز جمع پاڻ پڙهايائون. جمع نماز کان اڳ مولوي مشتاق احمد تقرير ڪئي. بعد نماز جمع مولانا جان محمد صاحب رح تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ پاڻ ذڪر ڏسيائون ۽ نوراني خطاب فرمايائون .

**منظر نگاري:** جنهن سفر ۾ سڄڻ سائڻ هجن ان سفر جو منظر بہ عجيب ۽ لطف بہ ڪجھ اور هوندو. دل تہ ائين پئي گهري تہ هر سفر جي منظر نگاري ڪجي مگر ڊپ اهو ٿو ٿئي تہ مهانگائي جو دور آهي دين سان اڳئي دلچسپي گهٽ آهي، وقت جي قلت آهي، ڪتاب وڏو ٿي ويندو، دنيا جي ڏنڊن ۽ ڦندن کان ڪير آجو آهي، هر ڪو اهوئي ٿو چاهي تہ تڪليف ڪرڻي نہ پوي واٽ ويندي مهرباني ٿئي. ڪتاب خريد بہ پيو ڪري تہ پڙهي بہ

ٻيو، آءٌ رڳو اوٻاسين سان گڏ ٻڌندو ۽ پاسا ورائيندو رهان. ايترين مجبورين کي مجبور ڪندي آءٌ هت فقط سنڌ جي تاريخي شهر لاڙڪاڻي جي غيبي ديره واري سفر جي منظر نگاري ۾ اکئين ڏٺو مشاهدو پيش ڪيان ٿو، جنهن مان ٻين سفرن جو اندازو لڳائڻ آسان ٿي پوندو .

**تبليغي سفر غيبي ديره:** 12 جمادي الثاني 1404 هه مطابق 16 مارچ 84ع بروز جمع . صبح جو 8 وڳي درگاهه فقير پور کان روانگي ٿي. جڏهن ٽمبر شهر ۾ پهچڻ ٿيو ته ٽمبر جا فقير حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي ديدار پُر انوار لاءِ اڳي ئي انتظار ۾ هئا. عاشقن جون نگاهون محبوبن جي چهري انور تي پونديون ويون ته بي اختيار هنن کان ضربون نڪري ويون. جيڪي هنن جي شوق ۽ محبت جي عڪاسي ڪري رهيون هيون. اتي هڪ نئين فقير ارباب علي شيخ جون چيخون ۽ پڪارون، بس جي شهر ڇڏڻ مهل هن جي اکين جي وهندڙ ڳوڙهن. فقيرن جي دلين تي ڪافي اثر ڇڏيو. سڄو علائقو فقيرن جي دلچسپي جو باعث هيو ڇو ته ان رستي تي اڪثر دوست ڪڏهن نه آيا هئا. روڊ ڇڏي بس جڏهن جهلي بند تي چڙهي ته ڏاڍو سهڻو منظر ڏسڻ ۾ آيو. ڪابي پاسي اولهه کان هڪ قديمي ڍنڍ هئي، جنهن ۾ قسمين قسمين پکي اڏامي ۽ لهي رهيا هئا. انهن جون مٺڙيون من موهيندڙ ٻوليون ۽ مختلف رنگ. ڍنڍ جي حسن ۾ مزيد اضافو ڪري رهيا هئا. جڏهن بس پٽن ۾ هلڻ شروع ڪيو ته شاهه صاحب جو هي بيت اکين جي اڳيان تري آيو؛ "پاڻي ناهي پٽن ۾، اڳيان رائو رڄ - متا ڪا مري اڄ . پارتو ڏيئي پنهل کي". ساٿ جي سرواڻ سچڻ سائين جن ٻه ان وقت پنهنجا نيڻ ڪٿي متي نهاريو ۽ رڄ جو منظر ڏسي، قدرت جي عڪاسيءَ تي سبحان الله! فرمايائون.

اچا شهر ميل کن پري هيو تہ ننڍڙن گلن جهڙن ٻارڙن اچي پنهنجي محبوب جو استقبال ڪيو. بس جي ڪي اڳيان ڪي پٺيان اللہ اللہ!! جا نعرا هڻندا بس سان گڏ هلڻ لڳا. تانتہ ڳوٺ جا فقير بہ پهچي ويا. 12 وڳي فقير اجمل خان جي جاءِ تي پهچڻ ٿيو. بس، اللہ وارن جي آمد جو ڪهڙو بيان ڪجي، محبوبن جي لاءِ ميزبانن نيڻ پٽي وڇايا، قربان پئي ٿيا، سندن ساڻ تان گهور پئي ويا. جڏهن پاڻي آيو تہ شيشي جي گلاس ۾ پاڻي جو سائو رنگ ڏسي، هڪ دوست دانهن ڪئي تہ هن ويچارن ڏاڍي تڪليف ڪئي آهي جو مهمانن لاءِ شربت تيار ڪيو اٿون، پيئڻ کان پوءِ پتو لڳو تہ شربت نہ هيو مگر پاڻي جو ذائقو ۽ رنگ ئي جڻ اهو هيو. اهوئي پاڻي هتان جي ماڻهن لاءِ وڏي ۾ وڏي نعمت آهي. هيءُ ئي پاڻي ڏهن ويهن ميلن تان گڏهن تي چڙهي پري ايندا آهن ۽ غيبي ديري جا ماڻهو ان پاڻيءَ جي قريب هجڻ ڪي پنهنجي لاءِ خوش قسمتي تصور ڪندا آهن.

**سچڻن جا ساٿي:** هن سفر ۾ اڪثر دور حديث جا عالم سڳورا شامل هيا. مولوي عبدالرحيم، مولوي محمد سعيد، مولوي عبدالرحمان چانڊيو، مولوي محمد عالم، مولوي عبدالستار بروهي، مولوي محمد ڪريم، مولوي محمد نواز ميمڻ، مولوي محمد عثمان عمراڻي، مولوي محمد ايوب، صوفي مختيار احمد، مولوي علي حسن لاشاري ان کان علاوه فقير غلام سرور ۽ نوازل فقير نعت خوان بہ شامل هئا .

**جامع مسجد نواب غيبي خان:** جمع جو خطبو مولوي امام علي ڏنو ۽ نماز حضرت صاحب جن پاڻ پڙهائي. بعد نماز جمع مولوي فضل احمد صاحب ماڻهن کي ذڪر جي ترغيب ڏني. بعد ۾ پاڻ نون ماڻهن کي ذڪر ڏسيائون ۽ آخر ۾ نوازني

خطاب فرمايائون.

مولانا فضل احمد صاحب جي مسجد اندر بعد نماز عصر مولوي عبدالرحيم صاحب تقرير دوران ٻڌايو تہ مرشد مربي جي موجودگي ۾ مريد کي تقرير جو موقعو ملي ٿو هيءَ هڪ وڏو اعزاز آهي. خادم، مخدوم جي اڳيان ۽ غلام، آقا جي اڳيان اٿي بيهي ڳالهائي. موقعي ملڻ جو تہ شڪر گذار آهيان پر ان مهل دل جي ڌڙڪن کي جهلڻ ۽ ڪنٽرول ڪرڻ بہ مسئلو هيو. بهرحال مولوي صاحب جن اڌ ڪلاڪ کن صحبت صالحين جي اهميت ۽ مرشد سان تعلق جي موضوع تي تقرير ڪئي. بعد نماز عشا فقير غلام سرور ۽ نوازل غزل پڙهيو ان کان پوءِ مولوي نذير احمد صاحب تقرير ڪئي .

**فقير نوڪر دين جي دعوت:** 17 مارچ 84ع بروز ڇنڇر صبح جو فقير نوڪر دين جي دعوت تي وڃڻ ٿيو. دعوتون پيون بہ شاندار هنيون مگر هن فقير جي دعوت پنهنجو مٽ پاڻ هئي. فقير ظاهر ۾ تمام غريب مسڪين هيو مگر سندس محبت اخلاص شاهاڻو هيو. بس جيئن جو فقير جي ڪکائين جهوپڙيءَ جي اڳيان پهتي تہ فقير نوڪر دين ، سندس پٽ پوٽا، ياٺيٽا، ياٺيجا. گهرن مان نڪري اچي استقبال ڪيو. جيڪو بہ سامهون اچي پيو تہ محبوبن جي هٿن مبارڪن کي چمي ڏيئي. خوشي وچان نچڻ شروع ڪري پيو ڏيئي. جذبو جنون، موج مستيءَ ذريعي محبوبن جي آمد تي خوشيءَ جو اظهار ڪري رهيا هئا. محبوبن جي فيض جي اها پلٽ ٿي جو مهمان توڙي ميزبان پئي ڏريون جذبي ۾ محو هنيون. فقيرن کان بي اختيار الله! الله!! جون ضربون نڪري ويون. غزلن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ حضرت صاحب جن ذڪر جي سمجهاڻي ڏني ۽ نصيحت فرمائي. ماني کائي جڏهن بس ۾ ويهڻ ٿيو تہ پاڻ فقير نوڪردين کي سڏي فرمايائون تہ فقير

تون مسڪين آهين. ايتري تڪليف ڇو ڪئي اٿئي، نوڪردين جواب ۾ عرض ڪيو تہ قبلا ! دنيا اچڻي وڃڻي آهي، دنيا جي ڪا پرواهہ نہ آهي، محبوبن جي دعا ۽ قدمن گھمائڻ سان منهنجي گھر جا پنجر بہ سونا ٿي ويندا.

هڏاڻين جي دعوت: ان 11 وڳي ڌاري هڏاڻين جي دعوت لاءِ روانگي ٿي. ساڳين پٽن ڪان ٿيندي، بس اچي بند تي چڙهي، فقيرن ويچارن محبت ڪان سچي رستي کي ٽريڪٽر جو بليڊ هڻائي هموار ڪري ڇڏيو هو. بس ڳوٺ جي سامهون هلي هڪ ڪچي بنڌ جي پرسان بيهي رهي. ڊرائيور چيو تہ پل سوڙهي آهي بس ان جي مٿان هلي نہ سگهندي. ليڪن بس جي مالڪ فقير اجمل خان چيو تہ ماڻهن جي چوڻ تي بيهي رهيو آهين هليو هل، چنانچہ ڊرائيور جيڪو خود بہ مريد هيو، بس چالو ڪري پل مٿان هلڻ لڳو تہ فقيرن الله! الله!! جا نعرا بلند ڪيا. بس محبوبن مرشدن ڪريمن جي وڏي ڪرامت ٿي جو بس جي هڪ پاسي جو ويل پل تي هيو ۽ ٻيو پاسو بلڪل هوا ۾ واٽر جي مٿان هلي رهيو هو پر بس ۾ ويهندڙن کي بلڪل احساس نہ ٿيو. جڏهن بس بيٺي تہ ڊرائيور خود عجب ۾ پئجي ويو تہ هيءَ وڏي ڪرامت آهي نہ تہ هن صورت ۾ بس جو ڪلڻي ڪائڻ جو يقين هيو ۽ واپس وڃڻ وقت اهو ڊرائيور ٻئي رستي ڪان هليو ۽ ڊپ سبب پل تان نہ چڙهيو. بعد نماز عصر مولوي محمد ڪريم بروهي عشقِ رسول جي موضوع تي تقرير ڪئي. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ تقرير فرمائي. بعد نماز عشا مولوي نذير احمد صاحب تقرير ڪئي.

سون واهہ: 18 مارچ 84ع بروز آچر بعد نماز فجر حلقہ مراقبہ کان پوءِ سون واهہ روانگي ٿي. بعد نماز ظهر حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. آخر ۾ مولوي نذير احمد

صاحب تقرير ڪئي.

**ڪنڊو ڳوٺ:** اتان ڪنڊو ڳوٺ روانگي ٿي، جتي حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي استادن جو استاد مولانا ولي محمد صاحب جن رهندا هئا. بعد نماز مغرب حضرت جن ذڪر ڏسيو ۽ تقرير فرمائي. بعد نماز عشا مولوي نذير احمد صاحب تقرير ڪئي.

**انورآباد:** 19 مارچ 84ع بروز سومر بعد نماز فجر مولوي امام علي صاحب تقرير ڪئي. اتان انورآباد روانگي ٿي جتي استاد محمد سعيد صاحب ابڙي وٽ ناشتي جي دعوت هئي. دعوت نهايت ئي پُر تڪلف ۽ پُر خلوص هئي. جڏهن ڪيس چيو ويو ته اسان ته فقير آهيون اوهان ته شاهاڻي دعوت ڪئي آهي پاڻ چيائين ته مونکي حضرت قبله سچڻ سائين جن ڪان زياده شهنشاهه نظر نٿو اچي.

**وارهه جو تبليغي سفر:** اتان وارهه اچڻ ٿيو. مولانا تاج محمد ڳاڏهي جي مسجد ۾ بعد نماز ظهر مولوي امام علي صاحب تقرير ڪئي. اتان وارهه شهر ۾ استاد علي اڪبر ابڙو وٽ وڃڻ ٿيو. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو۽ خطاب فرمايو. بعد نماز عشا مولوي نذير احمد صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز فجر مولانا فضل احمد صاحب غيبي ديره واري تقرير ڪئي ۽ اتان بروز اڱارو فقير پور شريف واپسي ٿي.

**تبليغي سفر فقيرپور (دادو):** 10 رجب 1404 هه مطابق 13 اپريل 84ع بروز جمع فقير پور شريف تي ساليانو عرس مبارڪ هيو. رات جو سنڌ پنجاب جي علماء ڪرام تقريرون ڪيون صبح جو قرآن خواني ڪان پوء قاري صاحبان تلاوت ڪئي آخر ۾ حضرت صاحب جن پُردرد پُراثر خصوصي خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر مدني مسجد نوابشاهه:** 2 مئي 84ع بروز اربع حضرت سچڻ سائين جن درگاه الله آباد ڪان نوابشاه پهتا.

جلسو مدني مسجد گوليمار ۾ رکيل هو. بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي. ان کان پوءِ حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. بعد نماز مغرب مولانا محمد رمضان صاحب تقرير ڪئي.

## تبليغي سفر چڪ 6 نوابشاهه: 3 مئي 84ع بروز

خميس چڪ نمبر 6 ۾ هڪ ڪشاده ميدان اندر جلسي جو پروگرام رکيل هو. بعد نماز ظهر حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو .

## تبليغي سفر چڪ نمبر 3 نوابشاهه: 4 مئي 84ع

بروز جمع چڪ 3 ۾ صبح جو 10 کان 12 وڳي تائين مولوي عبدالغفور صاحب ڪراچي واري ۽ مولوي محمود الحسن صاحب ڪوئٽيه واري تقريرون ڪيون. بعد نماز جمع حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. آخر ۾ ذڪر جو حلقہ مراقبہ ٿيو.

## تبليغي سفر ڳوٺ سلطان علي نوابشاهه:

4 مئي 84ع بعد نماز جمع حضرت صاحب جن گهوڙي تي سوار ٿي ، شاخ جي ٽاپ ولي چڪ 4 ماستر سلطان علي جي ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز عصر ڊاڪٽر غلام ياسين تقرير ڪئي ۽ بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو.

## تبليغي سفر چڪ نمبر 4 نوابشاهه: 5 مئي 84ع

بروز ڇنڇر چڪ نمبر 4 مولانا سردار احمد صاحب ثاني جي جاءِ تي جلسو رکيل هو. بعد نماز ظهر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو.

## تبليغي سفر محمد حسين مدراسي جو ڳوٺ:

5 مئي 84ع بروز ڇنڇر شام جو فقير محمد حسين جي ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو. ٻئي ڏينهن بروز آچر بعد نماز فجر درگاه الله آباد شريف روانگي ٿي.

**تبليغي سفر لاڙڪاڻو:** 8 شعبان مطابق 10 مئي بروز خميس غريب آباد لاڙڪاڻه حضرت پير مٺا رح جو عظيم الشان عرس مبارڪ ملهايو ويو. جنهن ۾ ڪافي علما ڪرام تقريرون ڪيون ۽ آخر ۾ حضرت قبله سجڻ سائين جن پير مٺا رح جن جي سوانح حيات ۽ سيرت متعلق خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر ٽنڊوالهيار :** 6 شوال 1404 هه مطابق 5 جولاء 84، بروز خميس مرڪزي جامع مسجد صمديه ڇمبڙ ناڪه ۾ عظيم الشان جلسه رکيل هو. بعد نماز عصر ڊاڪٽر منور حسين ۽ مولانا غلام نبي صاحب ڪراچي واري تقريرون ڪيون. بعد نماز مغرب حاجي محمد علي بوزدار صاحب ذڪر متعلق مختصر تقرير ڪئي. بعد ۾ حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ خطاب فرمايو ۽ بعد نماز عشاء حضرت صاحب جن واپس طاهر آباد شريف پهتا.

**تبليغي سفر ٽنڊوالهيار:** 6 جولاء 84ع بروز جمع، حضرت صاحب جن نماز فجر خليل مسجد ناگوري پلاٽ ٽنڊوالهيار ۾ پڙهي. بعد نماز فجر ذڪر جو حلقه مراقبو ٿيو. پاڻ نون ماڻهن کي ذڪر سمجهايائون ۽ تقرير فرمايائون.

**تبليغي سفر پراڻو دنبالو (بگهڙي ):** 8 جولاء 84 بروز آچر درگاه طاهر آباد کان روانگي ٿي. بعد نماز عصر بهادر مورائي تقرير ڪئي ان کانپوءِ حضرت صاحب جن نون ماڻهن

ڪي ذڪر ڏسيو. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نوراني خطاب فرمايو. بعد نماز عشا مولانا غلام نبي صاحب ڪراچي واري تقرير ڪئي ۽ بعد نماز فجر ڊاڪٽر منور حسين تقرير ڪئي .

**حقاني مسجد ( حيدرآباد) : 10 جولاء 84ع بروز** آچارو حقاني مسجد حيدرآباد ۾ هڪ عظيم الشان جلسو رکيل هيو جنهن ڪي ٻين عالمن سڳورن ڪان سواء بعد نماز مغرب حضرت قبلہ سجڻ سائين جن نوراني خطاب فرمايو .

**عمراسلام مسجد ( حيدرآباد): 11 جولاء 84 بروز اربع** مسجد عمر اسلام ۾ هڪ يادگار جلسو رکيل هو، جنهن ۾ سنڌ جي چاتل سڃاتل علماء ڪرام تقريرون ڪيون ۽ آخر ۾ بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن هڪ وڏي ميڙ کي نوراني خطاب فرمايو.

**مدينہ مسجد حيدر اباد: 12 جولاء 84ء بروز خميس** بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن هڪ وڏي ميڙ کي نوراني خطاب فرمايو .

**تبليغي سفر مڪلي(ٺٽو): 13 جولاء84ء بروز جمع** جامع مسجد مڪلي ۾ هڪ بهترين پروگرام رکيل هو، جنهن ۾ آفيسرن جو تعداد زياده هيو. بعد نماز جمع حضرت صاحب جن هڪ مسلمان جي عملي زندگي متعلق هڪ پراثر جامع خطاب فرمايو ۽ ڪافي سون جي تعداد ۾ عوام ۽ آفيسر طبقي ذڪر پڇيو.

**شيخن جو ڳوٺ: 14 جولاء84ء بروز ڇنڇر** شيخن جي ڳوٺ ۾ هڪ ڪشاده ميدان تي جلسو رکيل هو. بعد نماز عصر بيدار مورائي تقرير ڪئي ۽ بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نوراني خطاب فرمايو ۽ ساڳئي وقت نون مائهن کي ذڪر ڏسيو.

**جتن جو ڳوٺ: 15 جولاء 84ء بروزآچر** روانگي ٿي ظهر

نماز رستي ۾ ڳاڙهي ۾ ادا ڪئي ويئي اتان مولوي محمد عالم جي ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز مغرب جلسو شروع ٿيو جهن ۾ سنڌ جي مشهور مبلغن مقررن کان علاوه بيدار مورائي پڻ تقرير ڪئي. آخر ۾ حضرت صاحب جن ٿون ماڻهن کي ذڪر سمجهايو ۽ پنهنجو نوراني خطاب فرمايو.

**محمدي مسجد ( لطيف آباد 12) : 16 جولاءِ 84ء** بروز سومر لطيف آباد پهچڻ ٿيو جتي محمدي مسجد ۾ هڪ عظيم الشان جلسو رکيل هو. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن خطاب فرمايو ۽ نئين جماعت کي ذڪر سمجهايو .

**ڄامشورو ڪالوني (حيدرآباد) : 17 جولاءِ 84ء** بروز اڱارو ڄام شوروڪالوني ۾ هڪ جلسو رکيل هو. بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر سمجهايو ۽ نوراني خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر ٽنڊوآدم : 4 ذي القعد 1404 هه مطابق 2 آگسٽ 84ء** بروز خميس ٽنڊو آدم شهر ۾ هڪ عظيم الشان جلسي جو پروگرام رکيل هو. بعد نماز عصر حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو بعد نماز مغرب مولانا محمد رمضان صاحب تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ پاڻ نوراني خطاب فرمايائون. ساڳئي وقت ذڪر جو حلقه مراقبو به ڪيو ويو.

**پنجابين جو ڳوٺ ٽنڊو آدم : 3 آگسٽ 84** بروز جمع پنجابين جي ڳوٺ پهچڻ ٿيو. بعد نماز جمع مولوي عبدالغفور صاحب ذڪر جي متعلق مختصر تقرير ڪئي. ان کان پوءِ حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر ڏسيو ۽ نوراني خطاب فرمايو. بعد نماز عصر اتان درگاهه طاهر آباد شريف روانگي ٿي.

**تبليغي سفر نوابشاه : 4' آگسٽ** تي حضرت قبله سچڻ

سائين جن درگاهه طاهر آباد شريف ٽنڊو الهيار کان نوابشاهه پهتا. مدني مسجد گوليمار اندر جلسو رکيل هو. بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي. بعد نماز مغرب پاڻ نون ماڻهن کي ذڪر ڏنائون ۽ نوراني خطاب فرمايائون. ٻئي ڏينهن حلقه مراقبه کان پوءِ پاڻ درگاهه الله آباد شريف روانا ٿي ويا.

**ولادت باسعادت:** 14 محرم 1405 ھ مطابق 10 آڪٽوبر 84ع اربع رات بوقت تهجد 3 لڳي 30 منٽن تي حضرت قبله صاحبزاده محمد اطهرصاحب جن جي ولادت باسعادت ٿي.

**تبليغي سفر شاهپور جهانيه:** 27 نومبر84، بروز سومر حضرت قبله سجڻ سائين جن قاري غلام حسين صاحب سان گڏ ڪار ذريعي درگاهه الله آباد شريف کان جڏهن مورو شهر مان گذر فرمايائون ته موري واري جماعت اڳي ئي محبوبن ڪريمن جي ديدار پرانوار لاءِ روڊ تي منتظر هئي. جيئن جو حضرت صاحب جن جي ڪار تي فقيرن جي نظر پيئي ته الله! الله !! جا نعرا هڻندي پير جا پروانه پري اوري کان روڊ جي ويجهو گڏ ٿي ويا. ڪار ٿورو اڳتي هلي بيهي رهي. قاري صاحب هن عاجز کي گاڏي ۾ ويهڻ جو اشارو ڪيو. الحمد لله! نه رڳو محبوبن سان مصافحه ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿي پر ڪجهه گهڙين لاءِ صحبت بابرڪت به نصيب ٿي.

حضرت صاحب مولانا محمد ادريس ڏاهري جي دعوت تي ڪجهه وقت لاءِ سنڌس مدرسي ۾ ترسيا مولوي محمود صاحب پاڻپوته به تمام عقيدت ۽ محبت سان سائين جن سان پاڪر پائي مليو. سنڌس اکيون پاڻيءَ سان پرجي آيون. گفتگو دوران ٻڌايائين ته قبلا ! هن کان ٿورو وقت اڳي هت شاهپور جهانيا ۾ جلسو ٿيو هو. جنهن ۾ روحاني طلبه جماعت جي نوجوانن جو ديني درد ۽ فڪر،

ادب اخلاق، شريعت پاڪ جو اتباع ۽ سندن درد ڀريون ڳالهيون ٻڌي، آءٌ گهڻو متاثر ٿيس. دل گهريو پيئي تہ ڪڏهن محبوبن سان ملاقات ۽ روح رهاڻ ٿيندي . الحمدلله ! اڄ اوهان قرب جا قدم ڀري هتي پهتو ۽ مونکي ملڻ جو موقعو نصيب ٿيو .

**تبليغي سفر حاجي عبداللطيف ڏاهري:** حضرت صاحب جن حاجي عبداللطيف ڏاهري جي ڳوٺ روانا ٿيا. سندن ڪار جي پٺيان موري وارن جي سوزوڪي پڻ هئي. نماز ظهر کان اڳ مولوي امام علي ۽ مولوي مشتاق احمد بلوچ تقريرون ڪيون. بعد نماز ظهر حاجي محمد ادريس ڏاهري تقرير ڪئي ۽ آخر ۾ حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر ڏسيو ۽ پنهنجو نوراني خطاب فرمايو.

**هڪ قديمي مقام :** ان کان پوءِ ڪارن ، ڊاٽسن ۽ موٽر سائيڪلن جي جلوس ۾ حضرت صاحب جن هڪ قديمي مقام ميان جا قبہ وڃڻ ٿيو، جتي مرحوم حاجي غلام حيدر ڏاهري ۽ مولانا خان محمد صاحب رح جن جي مزارن تي ختم شريف پڙهيو ويو.

**تبليغي سفر حاجي غلام حيدرڏاهري:** اتان حاجي غلام حيدر ڏاهري جي ڳوٺ ۾ نماز عصر پڙهي ويئي، بعد نماز عصر حضرت صاحب جن درگاهہ الله آباد شريف روانا ٿي ويا. بعد نماز مغرب مولوي نذير احمد ۽ مولوي مشتاق احمد تقريرون ڪيون.

**ساليانہ عرس مبارڪ:** 6 ربيع الاول بمطابق 30 نومبر تي درگاهہ الله آباد شريف تي ساليانو عرس مبارڪ ٿي گذريو، جنهن ۾ حسب دستور سنڌ، پنجاب جي علماء ڪرام کان علاوه روحاني طلبہ جماعت جي نوجوانن تقريرون ڪيون. بعد نماز فجر

ختم شريف پڙهيو ويو، حضرت صاحب جن خصوصي خطاب فرمايو ۽ آخر ۾ حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي روضي مبارڪ تي حاضري ڀري ويئي .

**تبليغي سفر قمبر** : 14 ربيع الاول مطابق 8 ڊسمبر84ء بروز ڇنڇر قمبر شهر ۾ هڪ عظيم الشان جلسو عيد ميلادالنبي ﷺ جي سلسلي ۾ رکيو ويو. جنهن ۾ سنڌ جي مايہ ناز علماء ڪرام تقريرون ڪيون آخر ۾ حضرت صاحب جن نوراني خطاب فرمايو.

**تبليغي سفر مورو** : 20 ربيع الاول مطابق 14 ڊسمبر بروز خميس حضرت صاحب جن ڊاڪٽر غلام شبير جويو جي جاء تي نون دوستن ڪي ذڪر ڏسيو ۽ نهايت ئي پُر درد، پُر اثر خطاب فرمايو.

## صوبہ پنجاب جو تبليغي سفر

حضرت قبلہ سجڻ سائين مدظلہ العالي جن پنجاب اندر سال 84ع کان 90ع تائين ستن سالن ۾ 11 تبليغي سفر ڪيا آهن. حضرت صاحب جن جو سفر تقريباً پنجاب جي هر ضلعي جي اڪثر شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ٿيو آهي، پنجاب جي سفرن جو مختصر احوال لکيو ويو آهي مگر جيئن تہ هي عاجز سال 1986ع جي پوري سفر ۾ گڏ هيو، تنهن لاء ان سفر جي منظر نگاري ۽ مڪمل احوال لکيو ويو آهي، ان مان ئي ٻين سفرن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

**سال 1984ع** : هن سال جو تبليغي احوال ملي نہ سگهيو آهي تاهم بہ حضرت صاحب جن 11 سيپٽمبر 84ع کان 19 سيپٽمبر 84ع تائين 9 ڏينهن لاء تبليغي دوره فرمايائون. لاهور شهر جي مرڪز روح الاسلام، ظفر وال، ٻڇيڪي ۽ فيصل آباد جي نئو چڪ

اندر عظيم الشان تاريخي جلسا ٿيا. حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر ڏسيو ۽ نوراني خطاب فرمايو. ان کان علاوه سنڌ پنجاب جي عالمن ۽ روحاني طلبہ جماعت جي نوجوانن نهايت ئي پر جوش تقريرون ڪيون .

**سال 1985 ع** : 15 ربيع الثاني 1405 هـ مطابق 8 جنوري 85 بروز اڱارو حضرت صاحب جن سائين عبدالخالق شاه رح جن جي رفاقت ۾ هوائي جهاز ذريعي پنجاب جي تبليغي سفر لاءِ روانا ٿيا.

**مرڪز روح الاسلام لاهور** : 9 جنوري بروز اربع مرڪز روح الاسلام لاهور ۾ هڪ پروقار عظيم الشان جلسو رکيل هيو. بعد نماز ظهر حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر سمجهايو. بعد نماز عصر پاڻ نوراني خطاب فرمايائون ۽ بعد نماز مغرب ذڪر جو حلقو مراقبو ٿيو.

**دربار حضرت پير مٺا ظفر وال** : 10 جنوري بروز خميس بعد نماز عصر حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر جي تلقين فرمائي ۽ بعد نماز مغرب پاڻ خصوصي خطاب فرمايائون. بعد نماز عشا مولانا غلام نبي صاحب تقرير ڪئي. بعد ۾ پاڻ درگاهه الله آباد شريف روانا ٿي ويا.

**سال 1985 ع** : 13 شعبان 1405 هـ مطابق 4 مئي بروز ڇنڇر حضرت صاحب جن هوائي جهاز ذريعي لاهور پهتا .

**مرڪز روح الاسلام لاهور** : بروز ڇنڇر بعد نماز عصر مولانا عبدالغفور صاحب تقرير ڪئي ان کانپوءِ حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر ڏسيو ۽ بعد نماز مغرب پاڻ نوراني خطاب فرمايائون .

**دربار حضرت پير مٺا ظفر وال** : 5 مئي بروز آچر بعد نماز ظهر ثاني صاحب ( نوابشاه ) حاجي عبدالحڪيم (هالا)

مولوي محمود الحسن (ڪوئٽه) تقريرون ڪيون. بعد نماز عصر مولوي عبدالغفور صاحب (ڪراچي) ذڪر متعلق مختصر تقرير ڪئي. ان کان پوءِ حضرت صاحب جن لئڻ جماعت کي ذڪر ڏسيو. بعد ۾ ڊاڪٽر منور حسين (ماتلي) تقرير ڪئي بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن خصوصي خطاب فرمايو. بعد نماز عشا مولوي محمد موسيٰ (ڪراچي) ڊاڪٽر جاويد (ٽنڊو آدم) مولانا غلام نبي صاحب ڪراچي تقريرون ڪيون .

## درگاهه رحمتپور شريف بچيڪي : 6 مئي بروز

سومر بعد نماز عصر ڊاڪٽر غلام ياسين (نوابشاه) سيد اسماعيل شاهه صاحب (راولپنڊي) ۽ ڊاڪٽر جاويد (ٽنڊو آدم) تقريرون ڪيون. بعد نماز عشا مولانا غلام نبي صاحب (ڪراچي) تقرير ڪئي. ٻئي ڏينهن اڱارو بعد نماز فجر حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ نوراني خطاب فرمايو.

## ٺٺوچڪ ( فيصل آباد) : 7 مئي بروز اڱارو بعد نماز عصر

سيد اسماعيل شاهه صاحب (راولپنڊي) ماستر احمد علي صاحب جن تقريرون ڪيون. بعد نماز عشا ڊاڪٽر جاويد (ٽنڊو آدم) مولانا غلام نبي صاحب (ڪراچي ) تقريرون ڪيون. ٻئي ڏينهن بعد نماز فجر پاڻ لون ماڻهن کي ذڪر ڏنائون ۽ نصيحت فرمايائون .

## مسڪين پور شريف ( مظفر ڳڙهه): 8 مئي بروز

اربع مسڪين پورشريف تياري ٿي. حضرت صاحب جن جي فرمان سان اڪثر جماعت ملتان رواني ٿي چڪي هئي. چند احباب مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب، مولوي رحمت الله صاحب، مولوي رياست علي صاحب، حاجي محمد حسين شيخ، مولوي الهيار ۽ ڊاڪٽر غلام ياسين حضرت صاحب جن سان گڏ هئا. ٻئي ڏينهن مولوي عبدالقدير صاحب به پهچي ويو. حضرت خواجه فضل علي

قريشي رح جن جي مزار مبارڪ تي ختم شريف بخشيو ويو. حضرت صاحب جن جي تبرڪات جي زيارت ڪئي ويئي، بعد ۾ مسڪين پور شريف کان مظفر ڳڙهه ۽ اتان ملتان پهچڻ ٿيو.

**سرا ۾ آباد (شجاع آباد)**: 9 مئي بروز خميس بعد نماز مغرب حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر ڏسيو ۽ نوراني خطاب فرمايو.

**جامع مسجد سرا ۾ آباد**: 10 مئي بروز جمع بعد نماز فجر حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر ڏسيو. نصيحت کان پوءِ مراقبو ڪيو ويو. نماز جمع جامع مسجد ۾ادا ڪئي ويئي. بعد نماز جمع حضرت صاحب جن ذڪر ڏسيو ۽ نوراني خطاب فرمايو.

**ڪوثر مسجد (اندرون لوهار گيٽ)**: بعد نماز عصر مولوي محمد موسيٰ (ڪراچي) ۽ صوفي سردار احمد ثاني صاحب تقريرون ڪيون. بعد نماز مغرب پاڻ نئين جماعت کي ذڪر ڏسيائون ۽ خصوصي خطاب فرمايائون. آخر ۾ مولوي غلام نبي صاحب (ڪراچي) پرجوش تقرير ڪئي. اتان شاهين ايڪسپريس ذريعي ساڍي 11 وڳي روانگي ٿي ۽ درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو پهچڻ ٿيو.

# چوٿون تبليغي سفر پنجاب:

12 محرم الحرام 1407 هه مطابق 18 سيپٽمبر 86ع بروز خميس بعد نماز فجر پاڻ تبليغي سفر لاءِ پنجاب وڃڻ کان اڳ ڳوٺ وارن کي خصوصي خطاب فرمايائون.

**ڳوٺ وارن کي خصوصي خطاب**: پاڻ ڳوٺ وارن کي فرمايائون ته "نماز ۽ دين جي ڪم ۾ ڪڏهن به سستي نه هوندي. تاهم هي عاجز وري به تاڪيداً عرض ٿو ڪري ته نماز

باجماعت ناهي ناهي ، دل جي حضور، خشوع ۽ خضوع سان ادا
ڪئي وڃي. جيڪڏهن اوهان گهرو ٿا تہ طريقہ عاليہ جي برڪت
حاصل ٿئي تہ شريعت ۽ طريقت جي پوري پابندي ڪئي وڃي".
اندر مستورات کي بہ لائوڊ اسپيڪر ذريعي نصيحت ڪندي
فرمايائون تہ "ياد رکو تهجد ۾ سستي هرگز نہ هجي، هي الله جي
رحمت ۽ بخشش جو وقت آهي. اڌ رات جو اٿي، پنهنجي لاءِ،
پنهنجي اهل عيال ۽ جميع امت محمديہ لاءِ دعائون گهرو. اڌ رات
جو الله جي رحمت پڪاريندي آهي تہ آهي ڪو پنهنجي گناهن جي
معافي گهرڻ وارو تہ آءٌ کيس بخشي ڇڏيان". پاڻ مزيد فرمايائون
تہ "لنگر جو ڪم ذوق شوق ۽ دل جي محبت سان ڪيو وڃي،
اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ اندر، لنگر جي ماني پچائڻ جو ڪم فقط
چند ماڻهو ڪري رهيا آهن. خدا جي خلق جي خدمت، حقيقت ۾
وڏي سعادت آهي. تنهن لاءِ هن نيڪ ڪم ۾ سڀني کي بہ گهرجي تہ هن
ڪم ۾ هٿ ونڊائين".

**سفر جي سائين کي نصيحت :** جيڪي دوست پنجاب
جي تبليغي سفر لاءِ تيار هيا، انهن ڏانهن مخاطب ٿيندي فرمايائون
تہ "اوهان پنهنجي نيت کي درست رکو. خاص خدا جي رضاخاطر
سفر جوارادو ڪيو. ائين نہ ٿئي جو هتان ٺي اوهان جا اهي ارادا
هجن تہ لاهور ڏسنداسون، شاليمار گهمنداسون. ياد رکو! گهمڻ
وارن کي فقط گهمڻ ٺي ٿيندو، اها سفر واري سعادت ۽ نيڪي انهن
کي نصيب ٿيندي، جيڪي رب جي رضا ۽ خدا جي خوشنوديءَ وارو
احرام ٻڌي سفر ڪندا".

**فقير روشن جو روشن مثال :** پاڻ فقير روشن جو
مثال ڏيندي فرمايائون تہ "هي فقير، جڏهن حضرت خواجہ پير
مٺارح جن جي درگاهہ شريف لاڙڪاڻہ پهتو تہ اتي ڪن دوستن

ڪيس چيو تہ فقيرا لاڙڪاڻي جا زيتون مشهور آهن هل تہ هلون، شهر بہ گهمي اچون ۽ زيتون بہ کائي اچون. فقير چيو تہ ادا !مونکي ڊپ ٿو ٿئي، متا دير ٿي وڃي ۽ محبوبن جي پٺيان نماز پڙهي نہ سگهان. آخر دوستن جي گهڻي اصرار تي فقير روشن علي شهر ويو. گهمندي گهمندي بڻي وقت نمازون محبوبن جي پٺيان پڙهي نہ سگهيو. فقير روشن علي ٻڌايو تہ ان رات آءٌ خواب ۾ ڏسان پيو تہ قيامت جو ميدان آهي، ڪافي هيرن جواهرن جا ڍير لڳا پيا آهن. ڪوشخص ٻڌائي رهيو آهي تہ هي هيرن جو ڍير فلاڻي فلاڻي فقير جو آهي جڏهن ٻين فقيرن جا نالا ورتا ويا تہ مون ڪانئس پڇيو تہ منهنجو ڍير ڪٿي آهي ؟ ان شخص زيتونن ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو تہ تنهنجو ڍير اجهو هي زيتونن وارو ڍير آهي. اهڙي طرح تبليغ دوران جن جو مقصد کائڻ پيئڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ آهي، انهن کي اهوئي حاصل ٿيندو.

**حسن ۽ حسين جي تياري:** مي عاجز مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب جي رفاقت ۾ روهڙي اسٽيشن تي پهتو. 4 وڳي ڏاري عوامي ايڪسپريس آئي. اڪثر دوستن رزرويشن ڪرائي، ان گاڏي ۾ چڙهي پيا. پيا بہ ڪافي فقير ان گاڏيءَ ۾ ويٺل هيا. آخري گاڏي ۾ مولانا محمد حسن صاحب اولو ۽ سندس ساٿي فقير محمد حسين نوابشاهہ وارو بہ نظر آيو. مولوي صاحب ٻڌايو تہ آءٌ تبليغ جي خيال کان بهاولپور وڃي رهيو آهيان. بعد ۾ حضرت صاحب جن سان لاهور ملندس. مولوي محمد حسن صاحب هڪ عجيب و غريب لطيفو ٻڌايو تہ هڪ شخص اسان کي ڏسندي، خوش طبعي ڪندي پڇيو تہ سائين ! "حسن ۽ حسين" ڪيڏانهن وڃي رهيا آهن ؟

**عجيب و غريب منظر :** آخر 5 وڳي شام جو ڪراچي

ايڪسپريس آئي تہ محبوبن جا مستانہ، پير جا پروانہ نوراني چهرن سان مُنهَنِ تي محمدي باغ (ڏاڙهي) رکيل. مٿن تي نوراني تاج يعني اڇا، ساوا پيارا پٽڪا پڏل. گاڏي جي دروازن تي بيٺل. الله! الله!! جا نعرا هڻي رهيا هئا. هي دوست اڪثر ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جا نوجوان شاگرد هئا. جيڪي جڻ تہ ڪنهن ديني درسگاهہ جا طالب پئي معلوم ٿيا. جيئن تہ اسان جو گاڏو آخر ۾ هيو. تنهن ڪري دوستن سان ملاقات ٿي نہ سگهي، فقير محمد اشرف جهڏي وارو بہ ساڳي گاڏي ۾ اسان جو سائي هيو. اتفاقاً ان ساڳي گاڏي ۾ مولوي نورمحمد صاحب جي پنجاب واري جماعت پڻ ويٺل هئي جيڪي يارهين ڪري واپس موٽيا هئا. هن عاجز گاڏيءَ ۾ اذان ڏني ۽ نماز باجماعت ادا ڪئي ويئي. هلندڙ گاڏيءَ ۾ بہ قبلي ۽ قيام جو خصوصي خيال رکيو ويو. بعد نماز مغرب هن عاجز انهن دوستن کي محبوبن مرشدن ڪريمن حضرت قبلہ سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي فيض برڪات جون ڳالهيون ٻڌايون. ٽڪيٽ چيڪر بہ اسان جي پرسان ويهي ڳالهيون ٻڌڻ لڳو. هن عاجز حضرت صاحب جن جو علمي، ذوق شوق، ديني درد، امت جو فڪر، شريعت پاڪ جو اتباع، جواني جي عالم ۾ اطاعت ۽ عبادت گذاريءَ جو جذبو جنون، تبليغ طرف خصوصي توجہ، عاجزي انڪساري، خدا جي رضا خاطر ٿوري عرصي اندر صوبہ سنڌ کان علاوہ پنجاب، بلوچستان ۽ متحدہ عرب امارات جا تقريبا 150 تبليغي سفر ڪري چڪا آهن. جڏهن گاڏي صادق آباد پهتي تہ اهو ٽڪيٽ چيڪر، حضرت صاحب جن جي ائڊريس حاصل ڪري، موڪلائي پنهنجي ڊيوٽي تي هليو ويو. عشا نماز ساڍي 8 وڳي خانپور اسٽيشن جي پليٽ فارم تي اذان ڏيئي، باجماعت ادا ڪئي ويئي، سبحان الله! عجيب و غريب منظر هيو. سمورو پليٽ

فارم فقيرن سان ڀريل هيو. گاڏي جي اول ۽ آخر ۾ فقير ئي فقير هئا. جيئن تہ تقريبا 80 فقير هئا. تنهن لاءِ ٻہ جماعتون. هڪ گاڏي جي شروع ۾ ۽ ٻي گاڏي جي آخر ۾. ڪيون ويون. گارڊ ويچارو اسان جي انتظار ۾ هيو جڏهن فقيرن سڪون سان نماز پوري ڪئي تہ سيٽي وڄايائين . هڪ دين جي درد رکندڙ شاعر اديب هن منظر جي عڪاسي هنن الفاظن ۾ ڪئي آهي .

حضرت محمد طاهر سندس ڪلي آ. پاڻ ولي ۽ ابن ولي آ.
جنهن جو فيض آ فيض الله ، سهڻو سائين اهل الله.
جنهن جا مريد بہ بخت ڀلارا. ڏاڙهي ڏلدڻ پڳڪن وارا.
جنهنجي جماعت حزب الله. سهڻو سائين اهل الله.

نظر ڪرم جو صدقو : اڪثر ٻڌڻ ۾ ائين ايندو آهي تہ پنجاب ويندڙ گاڏين ۾ ويهڻ جي جاءِ تہ ڇا، ۾ بيهڻ جي جاءِ بہ نہ ملندي آهي. اما صحيح حقيقت آهي ۾ اسان سان تہ مرشدن ڪريمن جو اهو قرب ۽ ڪرم ٿيو جو سڀ دوست هيٺ مٿي ڏاڍي مزي سان نمازون پڙهندا ۽ ننڊون ڪندا هليا. هن عاجز فجر جي اذان ڏني ۽ هلندڙ گاڏي ۾ نماز باجماعت ادا ڪئي ويئي. پوري 6 وڳي گاڏي لاهور اسٽيشن تي پهتي تہ سڄو پليٽ فارم الله! الله!! جي نعرن سان گونججي ويو. نوجوان شاگردن جي اخلاق و ادب عاجزي انڪساري ۽ معصوم چهرن کي ڏسندي ائين پئي محسوس ٿيو ڄڻ تہ آسمان وارا ستارا هڪ ڀيرو زمين تي لهي آيا آهن. دوستن ٽولن ٽولن جي صورت ۾ گڏجي ٿورو گهڻو ناشتو ڪيو. هن عاجز کي بہ موري وارن دوستن پاڻ ڏانهن ڇڪيو پيئي تہ مٺياريءَ جو پيارو دوست حافظ بشارت اڳيئي منهنجي انتظار ۾ هيو. مولانا نسير احمد صاحب انهيءَ اميد تي مون ڏانهن ڏسي رهيا هئا تہ اوچتو جناب خالد صاحب پاڻهن ۾ هٿ وجهي وڃي هڪ بينل

گاڏي ۾ ويهاريو، بس اتي ٻه چار حيدرآباد جا دوست اڪيٽي ويٺل هيا. اسان گڏجي ناشتو ڪيو. اڃان گاڏي مان هيٺ مس لٿس تہ ڊاڪٽر الهچايو هالا واري ڪٿي پاڻهن ڪان ورتو تہ سائين ! اوهان ڪاڏي ويا هو. اسان اوهان جي انتظار ۾ هئاسين. ايڏو ايثار، قرباني، همدردي هي سڀ ڪجهہ محبوبن مرشدن ڪريمن جي تعليم و تربيت ۽ نوراني نگاهہ جو اثر آهي، هن عاجز جي پنهنجي حيثيت ۽ لياقت تہ هيءَ آهي جو شايد پنڻي ۾ ٽڪر نہ ملي ها.

**لاهور ڪان ظفر وال :** سوائين7 وڳي ترين لاهور ڪان ظفر وال رواني ٿي، محبوبن مرشدن ڪريمن جي نعت خواني ۽ ياد ۾ ساڍي 10 وڳي ظفر وال پهچڻ ٿيو. ثاني صاحب پنهنجي اصلاحي، روحاني ۽ انقلابي شعر سان دوستن کي ولدرائيندو رهيو. ڪنهن ٻہ ساٿيءَ سفر جي ٿڪاوٽ محسوس نہ ڪئي، جيئن تہ ظفر وال ننڍي اسٽيشن آهي ۽ گاڏي ٻہ ٿورو وقت بيهندي آهي پر هت تہ معاملو ئي ٻيو هيو. سفر ۾ تقريباً 80 فقير هئا، ساڳئي وقت هر ساٿي کي سفر جو ٿورو گهڻو سامان ٻہ ساڻ هيو جنهنڪري گاڏي کي گهڻو وقت لڳي ويو. جڏهن سڀ فقير صحيح سلامت گاڏي مان هيٺ لٿا تہ ڊرائيور ويچاري ڪلندي اشارن سان اجازت گهري، فقيرن ٻہ هٿ مٿي ڪئي، اللهُ اللهُ جا نعرا هڻندي، سندن شڪريہ بجا آندو. جيئن تہ مرڪز ڏانهن وڃڻ لاءِ پيچرو تمام سوڙهو هيو. ڪراس ڪرڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. فقير گڏس گاڏي وانگر قطار ۾ هڪبئي پنيان اللهُ اللهُ جا نعرا هڻندي، جڏهن مرڪز جي ويجهو پهتا تہ اتان جا مقيم فقير ٿوان ننڍا، پوڙها، پڪا ٽولن ٽولن جي صورت ۾ آيل مهمانن جو استقبال ڪيو. اڇڻ شرط سامان ٿري، هٿين خالي ڪري ڇڏيائون. مرڪز تي پهچڻ سان حال احوال کان اڳ لنگر پهچي ويو. ڏاڍا قرار ٿي ويا. هي مرڪز جيتروئي وڏو

هبو اوتروئي سهڻي نموني سينگاريل ۽ سنواريل هيو.

**سکر کان لاهور هوائي پرواز:** ٻئي طرف حضرت قبله سجڻ سائين جن هوائي جهاز ذريعي سکر کان لاهور پهتا. جهاز جو فلائيٽ نمبر پي ڪي 344 هيو. حضرت صاحب جن سان گڏ ڊاڪٽر منورحسين (ماتلي) ڊاڪٽر غلام ياسين (نوابشاهه)، فقير اعجاز احمد طاهري (جام شوروڪالوني)، سيد واجد علي شاهه ۽ محمد عارف (حيدرآباد) هيا. 18 سيپٽمبر بروز خميس بوقت سوائين 4 وڳي شام جو سکر کان روانگي ٿي، سکر هوائي اڏي تي فقير اعجاز احمد جي ٻن ننڍڙن ٻائين حضرت صاحب جن کي گلن جا هار پهرايا. جهاز اندر تقريبا 150 مسافر هئا. جهاز 29 هزار فوٽن جي اوچائي تي پرواز ڪري رهيو هو. جهاز جي رفتار 480 ميل في ڪلاڪ هئي. سکر کان لاهور تائين 645 روپيه ٽڪيٽ هئي. پوري سوائين 5 وڳي جهاز لاهور پهتو. هوائي اڏي تي حاجي محمد حسين شيخ ۽ اتان جا مقيم دوست. سائين جن جي استقبال لاءِ اڳيئي انتظار ۾ هئا . دوستن پاڻ سان تي ڪارون آنديون هيون. محبوبن مرشدن ڪريمن جو جهاز ۾ چڙهڻ ۽ لهڻ وارو منظر به ڏسڻ وٽان هيو.مگر افسوس ! هي عاجز انوقت اتي موجود نه هيو.

جب حسن تها ان کاجلوه نما ، انوار کا عالم کيا هوگا ،
هر کوئي فدا هے بن ديکهے ، ديدار کا عالم کيا هوگا.

**سجڻن جي سائين جو تعداد:** 13 محرم الحرام 1407 هه مطابق 19 سيپٽمبر 86ع بروز جمع 9 وڳي صبح جو حضرت صاحب جن ظفر وال پهتا. جيڪي دوست صوبه سنڌ مان هن سفر ۾ شامل هئا. انهن جو ترتيب وار تعداد هن طرح آهي. ڪراچي 17، ضلع حيدرآباد 28، ضلع نواب شاهه 19، ضلع خيرپور 3، ضلع لاڙڪاڻه 9، ضلع ٿرپارڪر1، ضلع دادو 5 ۽ ضلع بدين

1 جملہ 83 ماڻهو شامل هئا .

فقير رياست علي ۽ سندس ساٿين ڏاڍي جوش جذبي ۽ محبت وچان هيءَ نعت پڙهي

تيرے عشق نچايا گلي گلي . تيرے دردے خادم غوث ولي .

اڪثر فقيرن مٿان حالت طاري هئي، ڪيترا فقير تہ مستيءَ وچان جهومندا رهيا، جمعي نماز کان اڳ جناب خالد صاحب عشق رسول ﷺ متعلق تقرير ڪئي .

## اهل ذڪر جون آخري گهڙيون:

بعد ۾ ماستر احمد علي صاحب ٻڌايو تہ آخري وقتہ ۾ آءٌ حافظ حبيب الله صاحب رح سان گڏ هوس. جڏهن ڪين علاج واسطي چيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ هن وقت علاج جي ضرورت نہ آهي ايتري ۾ حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن جوسنڌ مان خط آيو. جنهن ۾ لکيل هيو تہ علاج ڪرائڻ سنت آهي، علاج ڪرايو وڃي. بس! محبوبن جوخط ڏسي حافظ صاحب جن اسپتال وڃڻ جو ارادو ڏيکاريو. اسپتال اندر ڊاڪٽرن ڪافي ڪوشش ڪئي تہ حافظ صاحب جي صحت بحال رهي. بيماري دوران حافظ صاحب جن فرمايو تہ اوهان هاڻي پري ٿيو. منهنجا معزز مهمان اچي رهيا آهن. جڏهن سندن ياءُ مولانا محمد رمضان صاحب کين ڪلمي شريف جي تلقين ڪئي تہ پاڻ فرمايائون تہ فقيرو! سڄي زندگي تہ آءٌ اوهان کي ڪلمو پڙهائيندو رهيس، اڄ اوهان مونکي ان ساڳئي ڪلمي شريف جي تلقين ڪري رهيا آهيو. حافظ صاحب رح جن هي بہ فرمايو تہ قلبي ذڪر ڏانهن توجہ ڪيو. ڪجهہ دير کان پوءِ پاڻ شد مدّ ۽ پوري اعراب سان ڪلمو شريف پڙهي جماعت کان پڇيائون تہ مون ڪلمو صحيح پڙهيو آهي يا نہ. آخر ۾ ڪافي عرصي تائين زبان جي مٿان الله! الله!! جو ذڪر جاري هيوءِ انهي حالت ۾ وصال ڪري ويا .انا لله وانا اليه راجعون.

حضرت قبلہ سجڻ سائين جن خطبو ۽ نماز پڙهائي، ان کان پوءِ ٽئين جماعت کي ذڪر سمجهايائون. ذڪر ڏسڻ کان پوءِ مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب جن پنهنجي تقرير ۾ ذڪر جي فضيلت سان گڏ الله جي پيارن ولين ڪاملن جون نوراني نشانيون پڻ بيان ڪيون. آخر ۾ حضرت صاحب جن 4 وڳي ڏاري علم، عمل ۽ اخلاص جي موضوع تي هڪ پر اثر جامع خطاب فرمايو. ان کان پوءِ پاڻ حافظ حبيب الله صاحب رح جن جي روح کي ختم شريف بخشيائون . بعد نماز عشا مولوي غلام نبي صاحب تقرير ڪئي.

هڪ اهم اعلان: 20 سيپٽمبر 86ع بروز ڇنڇر ذڪر جي حلقي مراقبي کان پوءِ حضرت صاحب جن پنهنجي خصوصي خطاب دوران فرمايو تہ ڪامل ڏيندو آهي وٺندو نہ آهي. جنهن جي اندر ۾ دنيا جي حاصل ڪرڻ جي هَوس آهي اهو ظاهر ۾ شير جي کَل اندر گدڙ آهي. مگر جنهن کي دنيا جي ڪابہ لوڀ لالچ نہ آهي اهو شير آهي، پاڻ کي ڪيترو بہ لڪائي پر لڪي نٿو سگهي. اهڙي طرح حافظ صاحب رح بہ لڪل شير هيو. پاڻ فرمايائون تہ هيءَ ڪنهن جي جاگير نہ آهي جيستائين هن باطني نعمت جي لذت کان محروم آهي، اها لياقت ۽ استعداد حاصل نہ ڪيو اٿس تيستائين پير جو پٽ بہ پير بنجي نٿو سگهي. پاڻ فرمايائون تہ مولانا محمد رمضان صاحب نهايت محنتي، مخلص ۽ مجاهد شخص آهي هن جو حضرت صاحب جن سان عشق محبت ۽ پڪو تعلق ۽ رابطو آهي، ڪيس دين جو درد ۽ تبليغ جو اهو ذوق شوق آهي، جو آزاد ڪشمير جي سفر دوران ڇٽا ڪائي، دين جي تبليغ ڪيائين. حافظ صاحب رح جن جي جاءِ تي ڪيس مقرر ڪيو ويو ٿو. تقرير نصيحت کان پوءِ حضرت صاحب جن حافظ صاحب رح جي مزار تي ختم شريف لاءِ تشريف فرما ٿيا. سنڌ پنجاب جي پوري

جماعت ساڻن گڏ هئي. ياد رهي تہ حافظ صاحب رح جي مزار مرڪز اندر مسجد شريف جي پاسي ۾ هڪ وڏي ميدان اندر آهي .

**يتيمن سان پيار:** حافظ صاحب رح جن جا ٻہ ننڍڙا صاحبزاده جڏهن حضرت صاحب جن سان مليا تہ پاڻ ڪين محبت ۽ پيار وچان ٻلگير ڪري ڪافي وقت تائين زاروقطار روئندا رهيا، سندن انهيءَ بي پناهہ شفقت جو اهو اثر نڪتو جو اڄ اهي ٻئي صاحبزاده جامعہ عربيہ غفاريہ درگاهہ الله آباد شريف تي ديني علم پڙهندا آهن.

**تقويٰ جو هڪ اڻ وسرندڙ واقعو:** مولوي رحمت الله صاحب هن عاجز کي ٻڌايو تہ پهرين ڏينهن منجهند جو جڏهن حضرت صاحب جن وٽ ماني پهتي تہ پاڻ مانيءَ مان هڪ گرهہ ٻجي اچا ڀاڄي ۾ مس وڌائون تہ فرمايائون هيءَ ماني ڪٿان آئي آهي؟ مولوي صاحب عرض ڪيو تہ قبلا! ماني تہ مولانا محمد رمضان صاحب ڪٺي آيو هو. پاڻ فرمايائون تہ مولوي صاحب جو هت گهر ڪونهي. جاچ ڪيو تہ ماني حافظ صاحب جن وٽان تہ ڪانہ آئي آهي. جيڪڏهن حافظ صاحب وٽان آئي آهي تہ معلوم ڪيو تہ شريعت مطابق وراثت ٿي آهي يا نہ. جيستائين اها ڳالهہ صاف نہ ٿيندي تيستائين هي عاجز ماني نہ کائيندو. جاچ ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ هن دعوت ۾ حافظ صاحب جن جو ڪجهہ بہ خرچ نہ آهي دوستن احبابن گڏجي حضرت صاحب جن ۽ جماعت واسطي لنگر وغيره جو انتظام ڪيو آهي .

**ظفر وال کان ٻچيڪي** : 20 سيپٽمبر 86ع بروز ڇنڇر بعد نماز ظهر حضرت صاحب جن جي تياري دربار حضرت پير مٺا ٻچيڪي ٿي. حضرت صاحب جن چند دوستن سان گڏ ويگن ذريعي ٻچيڪي روانا ٿي ويا ۽ فقيرن جي بس جهڪا هيٺان مٿان ڀريل

هئي، ظفر وال مان 4 وڳي روانگي ٿي سموري سفر دوران فقير رياست علي ۽ سندس ساٿي نعتون ۽ منقبتون ڳائيندا رهيا، هر دوست جي مٿان جذبي جي حالت طاري هئي تانته ڊاڪٽر محمد يوسف صاحب جي دعوت تي بچيانه پهچڻ ٿيو. ڊاڪٽر صاحب نهايت ئي مخلص ۽ محبت وارو آهي. دعوت کائي بس ۾ چڙهي، عصر نماز بچيکي شهر واري مسجد ۾ ادا ڪري، اتان پيادل درگاهه رحمتپور پهچي حضرت صاحب جن سان گڏ مغرب نماز ادا ڪئي ويئي، بعد نماز عشا آچر رات 9 وڳي مولانا عبدالغفور صاحب جن آدابن متلق هڪ جامع تقرير ڪئي .

**ذڪر جو حلقه مراقبو:** 21 سيپٽمبر86، بروز آچر بعد نماز فجر حضرت صاحب جن حلقه مراقبو ڪرايو. مراقبي دوران روح راڙو، چيخ وپڪار جو عالم هيو. پاڻ نهايت ئي عشق، محبت ۽ درد وچان مولانا جامي رح جو هيءُ غزل "نسيما جانب بطحيٰ گذر ڪن- زاحوالم محمد ﷺ راخبر ڪن" پڙهيو. ان وقت فيض برڪات جي اها پلٽ هئي جو هر دوست جي مٿان حالت طاري هئي. مراقبي کانپوءِ مولانا سيد اسماعيل شاهه صاحب راولپنڊي واري تقرير ڪئي .

**جن جو پير محبوبن جو غلام :** جناب شاهه صاحب کي جن جو پير سڏيو ويندو آهي. هن عاجز شاهه صاحب کان جن متعلق پڇيو پاڻ ٻڌايائون ته پشاور اندر حضرت صاحب جن جي طريقه عاليه جو ڪافي ڪم ٿيو آهي. محبوبن مرشدن ڪريمن جي فيض برڪات جي جهلڪ ڏسڻ لاءِ لاهور علائقي جو هڪ جنُ ، جنهن جو نالو سهيل هيو، جنهن جا رشتيدار پشاور ۾ به هيا، اهو به اسان جي ذڪر واري مجلس اندر اچڻ لڳو، ڪيس حلقه مراقبي ۾ ڏاڍي لذت ۽ مزو آيو. هن ذڪر پڇيو ته هن جو

ياءُ جعفر جيڪو پشاور جو رهاڪو آهي . اهو ڏاڍو فاسق ۽ سرڪش جڻ هيو، تنهن پنهنجي ياءُ سهيل کي مراقبي جي مجلس ڏانهن وڃڻ جي منع ڪئي . بهرحال سُهيل کي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيندو هو ۽ ان جي مٿان ٻن ٽن ديون کي مقرر ڪري، ڇڏيائين ته جيئن هي ڪنهن پاسي وڃي نه سگهي. پوءِ جڏهن شاهه صاحب جن حلقه مراقبه الدر غزل پڙهندا هئا ۽ وڏن مڻين واري تسبيح وڄائيندا هئا ته هيءُ سهيل اتي به الله جي ضرب هڻندو هو ته زنجيرون ٽٽي پونديون هيون، جعفر ڪائنس پڇيو ته تو ۾ اها ڪهڙي طاقت آهي، جنهن ڪان اهي زنجيرون ٽٽي وينديون آهن ۽ منهنجا مقرر ڪيل ديو به ڀڄي ويندا آهن . سهيل کيس ٻڌايو ته مون هڪ بزرگ کان اسم اعظم، الله جو ذڪر سکيو آهي، اها سموري طاقت الله جي ذڪر جي آهي .

**نظر ڪرم :** شاهه صاحب مزيد ٻڌايو ته سيد علي شاه جي پٽ کي ان جعفر جڻ ڏاڍو تنگ ڪيو ۽ چيائين ته آءُ هن جو ڪنڌ پڃندس، شاهه صاحب ان علائقي جي عاملن کي گهرايو جن ۾ غلام محمد ۽ محمد علي عامل پڻ شامل هيا. انهن ڪافي ڪوشش ڪئي پر جعفر پنهنجي ضد تي بيٺو رهيو. آخر شاهه صاحب پنهنجي پٽ کي مون وٽ وٺي آيو. شروع ۾ ته جعفر ڊيڄارڻ لاءِ رڙيون واڪا ۽ خوفناڪ آواز ڪڍيا، جڏهن منهن جي مٿان هن جي رڙين جو ڪوبه اثر نه پيو، تڏهن مون ڪائنس پڇيو ته تو شاهه صاحب جي پٽ کي تنگ ڇو ڪيو آهي، چيائين ته هن جي پيءُ منهنجو پٽ ماريو آهي. آءُ هن کي نه ڇڏيندس، مون کيس چيو ته پوءِ تون به ان جي پيءُ کي مار، هن چيو ته جيڪڏهن هن جي پيءُ کي ماريندس ته کيس ايترو صدمو نه رسندو، جيترو هن جي پٽ جي مرڻ تي کيس ڏک ٿيندو. بعد ۾ چيائين ته شاهه

صاحب ! مون کي اهو تہ ٻڌاءِ تہ منهنجو ڀاءُ سهيل اوهان جي صحبت ۾ ايندو آهي. ان کي اسان زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيندا آهيون پوءِ بہ هي زنجيرون ٽوڙي ڇڏيندو آهي ۽ هڪ پُر درد نعت پڙهندو آهي، مهرباني ڪري اها نعت مونکي بہ پڙهي ٻڌايو. مون هن کي پنهنجي مرشدن ڪريمن جي منقبت پڙهي ٻڌائي.

نوٽ: هيءَ منقبت صفحي نمبر 24 تي پڙهندا.

**اسم اعظم جو اثر :** بس هن نعت ٻڌڻ شرط جعفر جن کي جذبو ٿي ويو ۽ چيائين تہ مونکي بہ اهو الله جو ذڪر ڏسيو، بعد ۾ محبوبن مرشدن ڪريمن جو اهو ٻڌايل قلبي ذڪر کيس ڏسيو ويو. جعفر پنهنجي قوم اندر جنن ۽ ديون ۾ ڏاڍي تبليغ ڪئي، کيس اسم اعظم جي ڪري ڪافي قوت اچي وئي . جيڪو بہ جن يا ديو سرڪشي ڪندو هو ۽ هن جو چوڻ نہ مڃيندو هو تہ هي انهن کي سخت سزا ڏيندو هو، هي گويا پنهنجي قوم جو سردار بنجي ويو. پشاور کان ٿوري فاصلي تي ڪجهہ پهاڙ آهن ، اتي هن جو هيڊ ڪوارٽر آهي . هن جي تبليغ ۽ ڪوشش سان تقريباً18 هزار غير مسلم جن مسلمان ٿيا آهن . شاهہ صاحب ٻڌايو تہ آءٌ جڏهن تبليغ جي خيال سان راولپنڊي قيام ڪيو تہ سهيل اتي بہ ايندو رهندو آهي.

**جنن جي اصلي صورت:** هن عاجز شاهہ صاحب کان پڇيو تہ سائين! هي جن پنهنجي اصلي صورت ۾ بہ حاضر ٿيندا آهن؟ شاهہ صاحب ٻڌايو تہ هائو مگر هنن جي اهڙي تہ بد صورت آهي جو هر هڪ ماڻهو برداشت ڪري نہ سگهندو. سندن مٿي تي سڱ هوندا آهن، سندن اکيون اڀيون ، پيٽ ۾ هٿ پير ٽنڊا يعني وريل هوندا آهن، جڏهن ذڪر جي حلقہ مراقبي ۾ ويهندا آهن تہ انسانن جي صورت ۾ ويهندا آهن . غير حاضر نقيرن جي صورت

اختيار ڪندا آهن .

بعد نماز ظهر مولانا غلام نبي صاحب ڪراچي واري تقرير ڪئي .
شام جو جلسي جو پروگرام شروع ٿيو.

**حقيقي تعلق ۽ صحيح نسبت:** حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي موجودگي ۾ ۽ سندن ئي امر سان بعد نماز عصر بيدار مورائي مرشد مربي سان محبت، تعلق، ۽ رابطي متعلق هڪ جامع تقرير ڪئي جيڪا مغرب نماز تائين هلي. بيدارمورائي پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ مولانا رومي رحؒ فرمايوآهي تہ "نسبت پاڪان درست ڪن ياپئي ايشان مرو-غرق شد فرعون موسيٰ پيش رو."

الله وارن سان نسبت صحيح رک يا انهن جي پٺيان نہ هل جو تہ نيل درياہ اندر حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو رهبر ۽ اڳواڻ هيو پوء بہ فرعون جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام جي پٺيان پئي هليو، غرق ٿي ويو. ڇو تہ فرعون جي نسبت صحيح نہ هئي تنهن ڪري، سندس پٺيان لڳڻ بہ ڪمس فائدو پهچائي نہ سگهيو.
"بندگان خاص عالم الغيوب - درجهان دالي جوا سيس القلوب" هي الله جا پيارا مقرب ٻانها، دلين جا جاسوس هوندا آهن "فجالسوا هم باالصدق" تنهن ڪري انهن وٽ صدق ۽ سچائي ساڻ ويهڻ گهرجي.

**پنهنجو پاڻ سڃاڻ :** ڪڏهن اسان پنهنجي اندر ۾ بہ جهاتي پائي ڏٺي آهي تہ اسان جي اڳين حالت ڇا هئي ؟ ڏاڙهي، ڏنڊڻ، پٽڪو، تهجد، نماز باجماعت ، دين جو درد ، شريعت پاڪ جو اتباع ، هي سڀ ڪجهہ محبوبن مرشدن ڪريمن جو ڪرم آهي. "جيءُ تنين کي ، جنين جيءُ سيکاريو".

حضرت خواجہ غريب نواز پير مٺا رح جن اسان جي حال موافق هڪ سبق آموز مثال ڏيندا هئا تہ هڪڙو گدڙ هيو، جنهن کي

مالڪن وَهائي وَهائي ڇُٽا ڪري وڌا. جڏهن گڏهه جي پٺيءَ مان رت ۽ پونءِ وهڻ شروع ڪيو تہ مالڪن بيزار ٿي لٺيون هڻي هن کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو. پکي پکڻ هن کي پنهنجي لونگن سان ٽنيندا رهيا. گڏهه ويچارو هينگون ڏيندو، هيڏي هوڏي ڀڄندو رهيو. اها حالت ڏسي ڪنهن الله واري کي مٿس رحم آيو، جنهن ڪيس شينهن جي کل ڍڪائي ڇڏي، هائي پکي تہ ڇا پر جانور بہ ڊپ کان سندس ويجهو نٿي آيا. ڪائي پي ٿلهو متارو بنجي پيو. ڦٽ بہ خير سان ڇٽي ويا. "ڪل شيءِ يرجع الىٰ اصله" هر هڪ شيءِ پنهنجي اصل ۽ بنياد ڏانهن لاڙو ڪندي آهي، وانگر گڏهه بہ پنهنجي اصليت ڏانهن موٽندي، هينگون ڏيڻ ۽ پُٺيون هڻڻ شروع ڪيون. اها حالت ڏسي جانور ويتر ڊڄڻ لڳا تہ خبر ناهي هي ڪهڙي قسم جو شينهن آهي، آخر پنهنجو آخري ليٽڻ وارو ڪرتب ڏيکارڻ شروع ڪيائين . بس ليٽندي ليٽندي ، اها شينهن واري کل لهي ويئي ۽ پاڻ اصلي روپ ۾ نکري نروار ٿيو، بگهڙ تہ بيٺي سڄي فلم ڏٺي، گڏهه جي فراڊ ۽ اداڪاري کي ڏسندي، اوچتو حملو ڪري سندس آنڊا ڪڍي وڌا .

منهنجا پيارا ! اسان پنهنجي پاڻ ڏانهن بہ ڏسون تہ ڇا ! اسان جا وڏا بہ پير هئا ؟ ماڻهو جو اسان جا هٿ پير پيا چُمن ، هر طرح جون خدمتون پيا ڪن، هي سڀ ڪجهہ سچڻن جو صدقو آهي، اسان کي تہ شايد پنڻي بہ نکر نہ ملي ها. چوندا آهن تہ "گڏهہ جا ڄائي گلقند مان". هي تہ محبوبن مرشدن جي مهرباني آهي جو پاڻ گڏهن کي ڪٿي گج پارايا اٿن، پوءِ اسان کي بہ هن لوئي جي لڄ رکڻ گهرجي. جيڪي الله وارا هيءَ نعمت ڏيئي سگهندا آهن، اهي واپس وٺي بہ سگهندا آهن. تنهنڪري اسان کي هن نعمت جو شڪر ۽ قدر ڪرڻ گهرجي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ "جيڪڏهن

اوهان منهنجي نعمتن جو شڪر ڪندو ته آءُ پنهنجي نعمتن کي اڃا
ٻه زياده ڪندس، جيڪڏهن اوهان منهنجي نعمت جي ناشڪري ۽
بيقدري ڪئي ته پوءِ ياد رکو تحقيق منهنجو عذاب سخت آهي".

**هڪ سبق آموز مثال:** مثال مشهور آهي ته " جيترو پيار
اوترو بار". ويجهي کي وڏيڪ ڊپ رکڻ گهرجي. "محمود غزنوي
ڪه هزاران غلام داشتِ عشقش چنان گرفت غلامِ غلام شد".
سلطان محمود غزنوي، جنهن وٽ هزارين غلام هيا پر اياز جي
ادب ۽ اخلاق کيس غلام جو ٻه غلام بنائي ڇڏيو. اياز پنهنجي
انهيءَ مٿاهين مرتبي کي نه ڏلو پر پنهنجي اصلي حالت کي مد نظر
رکندي هڪ رات جو هڪ اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ اندران ڪلف ڏيئي،
ڪافي وقت تائين ويٺو هوندو هو. هڪ رات محمود غزنوي اوچتو
جيئن جو اتان لنگهيو ته ڪوٺيءَ کي بند ڏسي بيهي رهيو. ٿوري
دير کان پوءِ دروازو کڙڪايائين . جڏهن اندران در کليو ، ڇا ڏسي
ته اياز جي اڳيان هڪ ڇنل پراڻي ٽوپي، هڪ ڦاٽل ڇتيون لڱل
ڪانچ، قميص، هڪ ڀڳل پيالو ۽ هڪ ڦٽي لٽ پئي هئي . سلطان
محمود سخت ناراض ٿي کيس چيو ته اي اياز ! مون توکي پنهنجو
محبوب بنايو، سڄي شاهي تنهنجي حوالي ڪئي، ڇا! تو منهنجي
انهن ٿورن ۽ احسانن جو اهو قدر ڪيو آهي جو پراڻا ۽ ڦاٽل
ڪپڙا اڳيان رکي، مونکي شرمسار ڪري رهيو آهين. اياز عرض
ڪيو ته منهنجا آقا! تنهنجا ڪروڙين ٿورا، اڻ ڳڻيا ۽ اڻ ميا
احسان. انهن ڳڻن کي لاهي ته ڇا پر ڳائي ٻه نٿو سگهان. هي سڀ
ڪجهه پنهنجي نفس کي سبق پيو ياد ڪرايان ته خبردار ! هينئر
ته "محبوب ۽ مقرب" آهين، اقتدار جي ڪرسيءَ تي آهين. ياد رک!
جيڪڏهن تو هن نعمت جي ناشڪري ۽ بيقدري ڪئي ته پوءِ توکي
پنهنجا اهي پراڻا ٽيڙ ٿي ڪم ايندا. تبلا! بس نفس کي پراڻيون

يادگيرون پيو ڏياريان، متان عزت ۽ اقتدار واري هوس سندس دماغ خراب ڪري ڇڏي.

**اڪيلين ڏٺو مشاهده** : حضرت پير مٺا رح جن جي جماعت ۾ اهڙا به مقربُ ۽ بزرگ شخص هيا جو جڏهن سفر دوران گهوڙي تي چڙهي، ڪنهن پاڻيءَ مان گذر ڪندا هئا ته مريد گهوڙي جي پڇ کي هٿن ۾ جهلي هلندا هئا ته متان گهوڙو پڇ هٿي، سائين جا ڪپڙا پسائي ڇڏي. اهڙي مان ۽ مرتبي وارا، جڏهن الله وارن جي نظر تان ڪري پيا ته پيادل اڪيلا هلندي ڏٺاسون، سندن پٺيان ڪا پهر ڪانه هئي. ڊائري اندر جن مبلغن جي رات خالي نه هئي، جڏهن پنهنجو پاڻ کي ڪجهه سمجهيائون ته اوباسيون ڏيندي ڏٺاسون، ڪو ماڻهو انهن کي دعوت ڏيڻ لاءِ به تيار نه هيو.

"خاک آپکو سمجهنا اکسیر هے تو یہ هے اور عاشقوں کے آگے تدبیر هے تو یہ هے ."

شال ! الله تعاليٰ اسان کي سچائپ واري سمجهه ۽ ادب واري اک عطا فرمائي.

بعد نماز مغرب مولانا عبدالغفور صاحب ۽ بعد نماز عشا مولوي غلام رسول صاحب لاهور واري تقرير ڪئي. ٻئي ڏينهن بعد نماز فجر حلقه مراقبي کان پوءِ حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذکر ڏسيو ۽ خصوصي خطاب فرمايو.

**100 چڪ جڙانواله روانگي** : 23 سيپٽمبر بروز سومر بچيڪي کان 100 چڪ جڙانواله روانگي ٿي. حضرت صاحب جن ڪجهه دوستن سان گڏ ڪار ۾ چڙهي ڪلاڪ کن لاءِ فقير رياست علي ڏانهن ويا. بعد نماز ظهر حاجي عبدالحڪيم (هالا) تقرير ڪئي. بعد نماز عصر حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي قلبي ذکر ڏيڻ فرمايو بعد ۾ مولوي عبدالغفور صاحب جن صحبت صالحين ۽

ذکر الاهي متعلق تقرير ڪئي. آخر ۾ حضرت صاحب جن نوراني خطاب فرمايو. بعد نماز عشا مولوي غلام نبي صاحب ڪراچي واري تقرير ڪئي .

**نئو چڪ ( فيصل آباد) روانگي :** 23 سيپٽمبر بروز اگارو هڪ وڳي ڏاري نئو چڪ پهچڻ ٿيو .

**تربيتي پروگرام :** بعد نماز ظهر دوستن جو تربيتي پروگرام رکيو ويو جنهن ۾ ديني مسائل جي تعليم، وضو، غسل ۽ نماز جو طريقو بيان ڪيو ويو. جماعت جا 17 ٽولا ٺاهيا ويا ، هر ٽولي ۾ تقريبا 8 يا 10 افراد شامل هيا ۽ هر ٽولي مان هڪ شخص کي امير مقرر ڪيو ويو ۽ سڄي پروگرام جو هڪ سرپرست به مقرر ڪيو ويو. جيڪو انهن سڀني ٽولن کي صحيح طريقي هلائيندو رهيو. جيڏانهن تہ حضرت صاحب جن جي رهائش متصل هئي، پاڻ شاماني جي سوراخن مان سڄي پروگرام جو جائزو وٺي رهيا هئا. بعد نماز عصر حضرت صاحب جن نون مائهن کي ذکر جي تلقين فرمائي ۽ آخر ۾ خصوصي خطاب فرمايائون. بعد نماز عشا مولوي غلام نبي صاحب تقرير ڪئي. ٻئي ڏينهن بعد نماز فجر حلقہ مراقبہ کان پوءِ حضرت صاحب جن نون مائهن کي ذکر سمجهايو ۽ ساڳئي وقت مردن ۽ عورتن کي بہ لائوڊ اسپيڪر ذريعي نصيحت فرمايائون ۽ پوڻے 9 وڳي لاهور روانگي ٿي.

**مرڪز روح الاسلام لاهور روانگي :** 24 سيپٽمبر بروز اربع سوائين چئين وڳي مرڪز روح الاسلام لاهور پهچڻ ٿيو. هن مرڪز اندر ٽن ڏينهن لاءِ تربيتي پروگرام رکيل هيو ، صوبہ سنڌ مان تقريبا 70 دوست، صوبہ پنجاب جي ملتان، شيخوپوره، راولپنڊي، فيصل آباد، اوڪاڙه ۽ سيالڪوٽ جي دوستن احبابن پڻ شرڪت ڪئي، صوبہ سرحد جي پشاور ، بنون کان علاوه آزاد

ڪشمير ڪان به دوست آيا هيا.

**سستا هوٽل :** جماعت جي سهوليت لاءِ مرڪز اندر هڪ هوٽل قائم ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ ماني 25 پئسا، چانهه 50 پئسا، ٽڏو اڍائي روپيه، گوشت جي پليٽ 4 روپيه، ڪڪڙ جي پليٽ 5 روپيه ۽ ڀاڄي جي پليٽ 2 روپيه اگهه سان مقرر ڪيو ويو هو . ڪنهن به دوست کي کائڻ پيئڻ جو فڪر نه هيو، هر ڪو پنهنجي تربيتي پروگرام ۾ مصروف ۽ مشغول نظر آيو ٿي . هن پروگرام اندر تقريبا به ٽي سئو ماڻهو هيا. مهمانن سان گڏ ميزبانن کي به ڪاڌي جي سلسلي ۾ ڪوبه انتظار ڪيڻو نه پيو. هوٽل جا وقت مقرر هيا، ساڳئي وقت هوٽل اهڙي ته موزون جاءِ تي هئي، جو ڪنهن به دوست کي رڪاوٽ ۽ رنڊڪ محسوس نٿي ٿي.

**تربيتي پروگرام :** بعد نماز فجر ، ذڪر جي حلقه مراقبه کانپوءِ درسِ قرآن، ان کان پوءِ اشراق ، صلواة تسبيح ۽ ناشتي وغيره جو پروگرام هيو. ان کان پوءِ مختلف موضوعن تي مقاله پڙهيا ويندا هئا ۽ ليڪچر ڏنا ويندا هئا ۽ آخر ۾ قرآت جي تعليم ۽ مشق ڪرائي ويندي هئي. بعد نماز ظهر درسِ حديث، درسِ تصوف ۽ آخر ۾ ٽولن ٽولن جي صورت ۾ نماز، روزو ۽ ٻيا ديني ضروري مسئلا سيکاريا ويندا هئا .

بعد نماز عصر اخلاق و آداب ۽ جديد مسائل متعلق ليڪچر ٿيندا هيا ۽ آخر ۾ ليڪچر متعلق سامعين حضرات کي سوال ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي هئي . بعد نماز عشا علماء ڪرام اصلاح باطن ۽ اصلاح معاشره متعلق نهايت ئي پراثر تقريرون ڪندا هئا. تربيتي پروگرام دوران ڪنهن به دوست کي بنا ضرورت يا اجازت جي ٻئي ڪم ڪار لاءِ منع هوندي هئي. آخري ڏينهن تي حضرت قبله سچڻ سائين مد ظله العالي جن جو خصوصي نوراني خطاب ٿيو.

جنهن ۾ اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي پروفيسرن، استادن ۽ شاگردن جي گهڻائي هئي.

**يارهون تبليغي سفر پنجاب:** سال 1989ع ۾ 15 نومبر کان 25 نومبر تائين ڏهن ڏينهن جو تبليغي پروگرام هيو. حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن پنهنجي سائين سان گڏ پهتا.

**فيصل آباد:** فيصل آباد جي غلام محمد علائقي الدر روحاني طلبہ جماعت جي طرفان پن ڏينهن جو تربيتي پروگرام رکيل هو ، سنڌ، پنجاب ، سرحد کان ڪافي تعداد ۾ دوست احباب پهتا هيا. اڪثريت اسڪولن ، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي نوجوان شاگردن جي هئي پروگرام مطابق درس قرآن ، قراءت ، درس حديث، تصوف ، موجوده ماحول ۽ معاشري جي مطابق مختلف مقالا ۽ ليڪچر پيش ڪيا ويا. ٽولن ٽولن جي صورت ۾ ديني مسائل جي تعليم ۽ مشق ٿيندي رهي. ان کان علاوه حضرت صاحب جن سان گڏ آيل علماء ڪرام نهايت پر اثر تقريرون ڪيون. آخري ڏينهن تي مسجد شريف جي پاسي ۾ ، شاميانن سان سينگاريل هڪ وڏي ميدان ۾ عوام جي هڪ اٿاهہ سمنڊ کي پاڻ تاريخي خطاب فرمايائون.

**ظفر وال:** فيصل آباد کان پوءِ ظفر وال دربار حضرت پير مٺا تي هڪ عظيم الشان اجتماع رکيل هو . جنهن ۾ سرحد کان علاوه پوري پنجاب جي جماعت ڪافي انداز ۾ آيل هئي . علماء ڪرام، خلفاء ڪرام تقريرون ڪيون . آخر ۾ حضرت صاحب جن خصوصي خطاب فرمايو.

**بڇيڪي:** ظفر وال کان پوءِ بڇيڪي دربار رحمتپور پهچڻ ٿيو. دستور مطابق اتي ٻن ڏينهن جو پروگرام هيو. حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر جي تلقين فرمائي ۽ آخر ۾ نوراني خطاب

فرمايو.

**لاهور :** بچيکي کان مرڪز روح الاسلام لاهور پهچڻ ٿيو. هن جلسي ۾ اڪثريت تعليم يافته طبقي جي هئي . انيسرن کان علاوه شاگردن جو به خاصو تعداد موجود هيو. علماء ڪرام کان علاوه روحاني طلبه جماعت جي نوجوانن نهايت ئي پردرد تقريرون ڪيون . آخر ۾ حضرت صاحب جن خصوصي خطاب فرمايو .

**سيالڪوٽ :** لاهور کان سيالڪوٽ پهچڻ تي ڪافي نئين پراڻي جماعت گڏ ٿي. جلسو نماز عصر کان نماز عشا تائين هليو حضرت صاحب جن نون ماڻهن کي ذڪر ڏسيو ۽ بعد نماز مغرب نوراني خطاب فرمايو.

**ساگري :** سيالڪوٽ کان ويگن ذريعي سٺن ڪلاڪن جو سفر طئه ڪري ساگري پهچڻ ٿيو . ٿڪاوٽ جي باوجود بعد نماز مغرب کان نماز عشا تائين جلسو هليو . حضرت صاحب جن نئين جماعت کي ذڪر ڏسيو ۽ آخر ۾ خصوصي خطاب فرمايائون.

**راولپنڊي :** ساگري کان بروز جمع راولپنڊي روحاني مرڪز طاهري پهچڻ ٿيو . ڪافي انداز ۾ جمع نماز تي جماعت گڏ ٿي . سنڌ جي علماء ڪرام تقريرون ڪيون . آخر ۾ پاڻ نون ماڻهن کي ذڪر جي تلقين فرمايائون ۽ آخر ۾ خصوصي خطاب فرمايائون.

## عظيم الشان ديني درسگاهه ۽
## هڪ بي مثال بستي

**تعليم و تربيت طرف توجه :** حضرت قبله سچڻ سائين

مدظلہ العالي جن تبليغي مشاغل سان گڏوگڏ تعليم و تربيت طرف
بہ خصوصي توجہ ڏيڻ فرمايائون . پاڻ جيڪو بہ وقت درگاهہ
شريف تي هوندا آهن تہ وقتا فوقتا مدرسي اندر بہ نفسِ نفيس
تشريف فرما ٿيندا رهندا آهن . اگر ڪوبہ ڪم نظام ماتحت نہ
هوندو آهي تہ ان جي نشاندهي ڪندا آهن ۽ هر وقت نظامِ تعليم
کي بهتر کان بهتر ۽ معيارِ تعليم کي اعليٰ کان اعليٰ بنائڻ لاءِ
ڪوشش ڪندا آهن. ان سلسلي ۾ پاڻ جڏهن کان ولي مدرسي
جو نظام سنڀاليو اٿن . تڏهن کان مدرسي ۾ ڪافي مفيد تعميري
تبديليون آنديون آهن .

**هڪ عظيم الشان ديني درسگاهہ :** مدرسہ جامعہ
عربيہ غفاريہ درگاهہ الله آباد اندر صوبہ پنجاب مان 30، سرحد
مان10 ، بلوچستان مان 20 ۽ سنڌ مان 100 جملہ 160
شاگرد ۽ 15 استاد آهن . هن مدرسي اندر ناظران ، حفظِ قرآن،
فارسي، عربي، درس نظامي جا تمام ڪتاب موقوف عليه مع درسِ
حديث پڙهايا ويندا آهن . هن اداره ۾ انگريزي سيکارڻ لاءِ نيڪو
ڪار ، دينددار ، جهونن ۽ تجربہ ڪارن استادن جون خدمتون
حاصل ڪيون ويون آهن. هن مدرسي جو الحاق تنظيم المدارس اهلِ
سنت پاڪستان سان آهي ساڳئي وقت تنظيم جي طرفان امتحاني
سينٽر بہ مقرر آهي، هن سينٽر ۾ تقريبا 50 شاگرد داخل آهن.
امتحان دوران ڪڏهن اسلام آباد کان تہ ڪڏهن ڪراچي کان
نگران ايندا رهندا آهن . سال 1989ع ۾ پوري پاڪستان اندر
عاليہ (بي اي) جي امتحان ۾ هن مدرسي جي شاگرد مولوي عبدالجبار
مستوئي فرسٽ پوزيشن ۽ مولوي ديدار حسين ٿرڊ پوزيشن حاصل
ڪئي . ( ايف اي ) جي امتحان ۾ شاگرد محمد نذير فرسٽ
پوزيشن حاصل ڪئي . انهن شاگردن لاءِ اسلام آباد کان خصوصي

سرٽيفڪيٽ ۽ انعام پڻ هن مدرسي ڏانهن موڪليا ويا . هن مدرسي جا ڪافي شاگرد بي اي ۽ ايم اي ڪري چڪا آهن يونيورسٽيءَ جي طرفان هن سرٽيفڪيٽن کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ هن مدرسي جا اڪثر استاد پي ايچ ڊي ڪري رهيا آهن . ان کان علاوه عربي سکڻ لاءِ علامہ اقبال يونيورسٽي طرفان اسٽڊي سرڪل پڻ قائم آهي ، جنهن ۾ پوري سنڌ مان تقريبا 45 شاگرد داخلا وٺي چڪا آهن . مولانا مفتي حبيب الرحمان صاحب ، جيڪو هن مدرسي جو هڪ بهترين هوشيار محنتي استاد پڻ آهي ، مٿيون اهم ڪم ان جي حوالي آهي . تازو30 ڏينهن لاءِ خصوصي ٽريننگ جي سلسلي ۾اسلام آباد گهرايو ويوآهي . تبليغي سلسلي ۾ مذڪوره مولانا صاحب، حضرت صاحب جن سان متحده عرب امارات پهچي عربي ۾ تقريرون ڪري چڪو آهي .

**شاگردن جي رهائش :** پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي ڪمرن کان علاوه پاڻ مسافر شاگردن جي رهائش لاءِ هڪ بهترين هاسٽل جو انتظام ڪيائون . هر جماعت لاءِ الڳ ڪمرا تيار ڪرايائون نہ رڳو ايترو پر هر ڪمري ۾ روشنائي واسطي ٽيوب لائيٽ ۽ هوا جي واسطي پنکن جو پڻ بهتر بندوبست ڪيائون تہ جيئن طالبن کي مطالع ۽ آرام جو سٺو موقعو ميسر ٿي سگهي.

**طلب لاءِ علاج معالج جون سهوليتون:** حضرت صاحب جن جي فرمان سان ڊاڪٽر عبدالرحيم چنہ مسافر خواه مقيم طلبہ کان علاوه استادن ۽ ڳوٺ جي مسڪين فقيرن جو علاج بنا پئسي يا تمام رعايتي ڪندو آهي . اهڙا بيمار طالب ۽ ڳوٺ وارا جيڪي اسپتال تائين پهچي نہ سگهندا آهن ، ڊاڪٽر صاحب نماز مغرب کان عشا تائين انهن جي طبيعت ڏسي ڪري ڪين گوريون ، سيرپ يا انجيڪشن وغيره جي فوراً سهوليت مهيا ڪندو

آهي، ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب مدرسي جي تعميرات، پاڻي ۽ بجلي وغيره جي ڪمن ۾ خصوصي توجهه ڏيندو آهي.

**جماعتي نظام :** پاڻ جماعتي نظام قائم ڪرڻ فرمايائون ۽ هر جماعت لاءِ ساليانو امتحان ۾ ڪاميابي لازمي قرار ڏنائون . اگر ڪو شاگرد ساليانو امتحان ۾ ٻن پرچن کان وڌيڪ پرچن ۾ فيل ٿيو ته ٻئي سال کيس ساڳي جماعت ۾ پڙهڻو پوندو . ها . باقي هڪ يا ٻن پرچن ۾ ناپاس ٿيڻ واري لاءِ سپليمينٽري امتحان جي رعايت رکي ويئي آهي .

**تحريري مشق :** پاڻ روزانو مليل هر سبق کي تحرير ۾ آڻڻ لازمي قرار ڏنائون ۽ تقريبا هر مهيني شاگردن جون ڪاپيون چيڪ ڪيون وينديون آهن . هن مشق مان ڪافي فائدا ٿين ٿا هڪ ته شاگردن ۾ لکڻ جو مادو پيدا ٿئي ٿو ۽ لکيل ڪم آسانيءَ سان ياد ٿي ويندو آهي . ٻيو گهڻي لکڻ ڪري شاگردن جا اکر سٺا ٿيندا آهن ۽ سندن صورتخطي به پڪي رهندي آهي.

**ناشتي جو نظام :** پاڻ شاگردن لاءِ ناشتي جو انتظام به ڪيائون ته جيئن شاگرد صبح جو سوير اسيمبليءَ تي پهچي ، 12 وڳي تائين مسلسل تعليم اندر مشغول رهن ۽ ماني‌ءَ جي انتظار ۽ اوسيڙي ۾ سندن قيمتي وقت ضايع نه ٿئي .12 وڳي کان بعد لنگر وغيره ڪري ، قيلولو ۽ نماز ظهر با جماعت ادا ڪري، نماز عصر تائين پنهجو تعليمي سلسلو جاري ۽ ساري رکن .

**تفريحي سهوليتون :** بعد نماز عصر شاگردن کي ڇڏيو ويندو آهي ته هو باغ يا ٻنيءَ اندر گهمي ڦري ، ذهني ٿڪاوٽ دور ڪري ، اکين کي ساوڪ ذريعي طراوت ڏين يا راند روند ۾ مشغول رهي پنهنجي صحت برقرار رکن ڇو ته چوڻي آهي ته "صحتمند جسم ۾ صحتمند ذهن پيدا ٿئي ٿو". شاگرد پنهنجو

پاڻ ۾ چندو ڪري ، شام جي وقت واليءَ بال ، فوٽ بال ، ڪرڪيٽ ۽ بئڊ منٽن رانديون ڪيڏندا آهن. شاگردن جو هنن رانديون ڪيڏڻ مان مقصد به ورزش هوندو آهي.

**تبليغي ۽ تربيتي دوره:** پاڻ مدرسي جي استادن تي اها ڳالهه به لازم فرمايائون ته هر جمعي رات ، واري واري سان مدرسي جو هڪ استاد صاحب ، چند وڏا شاگرد وٺي آسپاس تبليغ لاءِ ضرور وڃي . انهيءَ تبليغي ڪوشش سان نه رڳو ڳوٺ جي ماڻهن ۾ نماز روزي جو شوق، نيڪي ۽ دينداري پيدا ٿي آهي پر ساڳئي وقت استادن ۽ شاگردن اندر به دين جو درد ۽ تبليغ جو ذوق شوق پيدا ٿيو آهي .

**حسن قرآت جو مقابلو:** حضرت صاحب جن جي ڪوشش سان رمضان مبارڪ ۾ قرآت جو دوره پڙهايو ويندو آهي . اها خدمت قاري عبدالرسول صاحب جهڪي نهايت ئي ساده نيڪ صالح پرهيزگار صوفي ۽ بهترين حافظ ۽ قاري آهن، خاص خدا جي خوشنودي ۽ محبوبن مرشدن ڪريمن جي رضا واسطي ڪندا آهن. آخر ۾ قرآت جو مقابلو رکيو ويندو آهي ۽ پوزيشن ۾ آيل طلبه ۽ ڳوٺ وارن ۾ حضرت صاحب پاڻ انعام تقسيم ڪرڻ فرمائيندا آهن. سال 1986ع ۾ پهريون نمبر مولوي رؤف احمد صاحب (دوره حديث) ٻيون نمبر مولوي محمد صادق بروهي (چوٿين جماعت ) ٽيون نمبر ڊاڪٽر غلام ياسين (چوٿون سال ايم بي بي ايس ڄامشورو) خصوصي انعام سائين محمد جميل صاحب (ابتدائي جماعت) حاصل ڪيو .

**تقريري مقابلو:** سال 1986ع ۾ ماهه ربيع الاول عيد ميلادالنبي ﷺ جي موقعي تي تقريري مقابلو ٿيو. هيئين خوش نصيب طالبن ۾ حضرت صاحب جن انعام تقسيم ڪيو . پهريون انعام

مولوي محمد نذير ڪراچي (ٽين جماعت) ٻيون انعام مولوي احمد خان ميرپور خاص (ڇهين جماعت) ٽيون مولوي غلام قادر شڪارپور( چوٿين جماعت ) حاصل ڪيو.

**تدريسي مقابلہ** : سال 1986ع ماہ ربيع الاول درگاہ الله آباد شريف تي امتحان ٿيو. سوالي پيپر مولانا نثار احمد صاحب مدرس مدرسہ جيلاني لاڙڪاڻي ۽ مولانا مفتي عبدالرحيم صاحب مهتمم جامعہ عربيہ بخشہ لنون ديره جن تيار ڪري موڪليا ۽ آخر ۾ اهي جوابي پيپر بہ مذڪور علماء ڪرام ڏانهن روانا ڪيا ويا. نتيجي ۾ جن شاگردن امتحان ۾ پوزيشن حاصل ڪئي. انهن کي حضرت صاحب جن انعام ڏيڻ فرمايو. طلبہ جا ٽي سيڪشن ڪيا ويا. پهرين سيڪشن ۾ عربي ۽ جون اعليٰ جماعتون شامل هيون . انهن مان مولوي رئوف احمد صاحب . ٻئي سيڪشن ۾ عربي ۽ جون ابتدائي جماعتون شامل هيون. انهن مان بہ طالب پوزيشن ۾ آيا منير احمد عباسي ۽ محمد ادريس رح ڪولدر . ٽئين سيڪشن ۾ صرف فارسي ۽ وارا شاگرد شامل هيا . انهن مان سائين محمد جميل صاحب انعام حاصل ڪيو.

**وقت جي پابندي ۽ جو مقابلہ** :امتحاني موڪل دوران پاڻ اعلان فرمايائون تہ موڪل پوري ٿيڻ کان پوءِ جيڪو مسافر شاگرد مدرسي ۾ سڀني کان اول پهتو تہ ان کي انعام ڏنو ويندو. واعدي مطابق پاڻ حبيب الله بروهي ڪراچي واري شاگرد کي انعام ڏيڻ فرمايو.

**وظيفو مقرر ڪرڻ** : پاڻ بعض مسڪين مسافر طالبن جو وظيفو بہ جاري ڪيائون تہ جيئن غريب شاگرد معاشي لحاظ کان مايوس ۽ پريشان نہ رهي. اڪثر رمضان شريف ۽ عيدن جي موقعي تي پاڻ اهڙن طالبن جي ڪپڙن کان علاوه مالي مدد بہ ڪرڻ

فرمائيندا آهن . مدرسي جي استادن لاءِ خصوصي تحفا پڻ ڏياري موڪليندا آهن . اڪثر استادن ۽ شاگردن واسطي موسم مطابق ميوا به ڏياري موڪليندا آهن . ياد رهي ته مدرسي جي پڪهار ۽ مسافر استادن جي ماني به حضرت صاحب جن وٽان ايندي آهي.

**لائبريءَ جو قيام :** پاڻ هڪ عظيم لائبرري قائم ڪيائون . جيڪا تقريبا 15 الماڙين تي مشتمل آهي. جنهن ۾ نهايت ئي ناياب ۽ بهترين جديد خواه قديم تفاسير القرآن 44، اصول تفسير 10 ، ڪتب الاحاديث 100، اصول حديث 24، ڪتب الفقہ 57، اصول فقہ 22، فتاويٰ جا ڪتاب 90، تصوف جا ڪتاب200، نحوجا 32، علم معاني جا 8 ، علم الادب جا 40، تاريخ و تراجم ۽ رد مذاهب باطلہ 350، لغت جا 15، علم الڪلام جا 11 وغيره جملہ هڪ هزار هڪ سئو ڪتاب موجود آهن.

**مدرسة البنات جو قيام :** جيئن ته ڳوٺ اندر ڇوڪرن لاءِ ته تعليم جو نظام هيو . مگر ننڍين نينگرين لاءِ ڪوبہ مؤثر انتظام نہ هيو تنهن لاءِ پاڻ "مدرسة البنات" جو بنياد وڌائون مگر هڪ اهڙي استاديانيءَ جي ضرورت هئي . جيڪا پرده دار هجي ۽ نينگرين کي به بهتر تعليم ڏيئي . جيئن ته ان لاءِ سردست ڪابہ استادياڻي موجود نہ هئي . تنهن لاءِ پاڻ باوجود ڪثير مشاغل جي، پنهنجي خاندان جي افراد کي ديني تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون، گهڻي محنت ۽ ڪوشش جي . نتيجو اهو نڪتو جو ٿورڙي ئي وقت ۾ خاندان جا افراد قرآن شريف، قرآت، فارسي مڪمل ڪري، عربيءَ جي ڪتابن تائين پهچي ويا. ان کان پوءِ ڳوٺ جي تمام نينگرين لاءِ حاويلي اندر . باپرده جڳهہ تيار ڪرائي پنهنجي همشيره محترمہ تي اها ذميواري عائد ڪيائون تہ پاڻ في سبيل الله ڳوٺ جي تمام نينگرين کي قرآن، قرآت ۽ ضروري مسائل جي

تعليم ڏين . مگر وڏي محنت جي ڳالهہ هيءَ هئي تہ ان ذميواري پوري ڪرڻ سان گڏوگڏ، پنهنجي عربي تعليم کي بہ جاري ۽ ساري رکيو ويجي. جڏهن ڳوٺ وارن ننڍڙين جي تعليم جو سلسلو شروع ڪيو ويو تہ حضرت صاحب جن جي مشوره مطابق تعليم سان گڏوگڏ تربيت تي بہ ڪافي توجهہ ڏنو ويو. جنهن ۾ جسم ۽ ڪپڙي لٽي جي صفائي سٿرائي ، والدين جو ادب احترام، ڀائرن ڀينرن سان پيار محبت، گهرو ڪم ڪار ۾ پنهنجي ماءُ سان هٿ ونڊائڻ وغيره جهڙيون اهم ڳالهيون سر انجام ڏنائون. وڏين عورتن کي بہ ديني ضروري مسائل ياد ڪرايا ۽ سيکاريا ويندا آهن.

**اکئين ڏٺو مشاهده:** من عاجز کي چڱي طرح ياد آهي تہ ٿورڙي وقت کان پوء، الهن ٻارڙن جي ڀيڻرن، ٻاهر هن ڳالهہ جو اقرار ڪيو تہ الحمد لله اسان جي ٻارڙن جي زندگيءَ ۾ ڪافي تبديلي آئي آهي. جيڪي ڳالهيون اسان مارسان بہ پنهنجي ٻار کي مڃائي نہ سگهندا هئاسون ، هائي اهي ڪم اسان جي چوڻ کان سواءِ خوشيءَ سان پورا ٿين ٿا . ڪن دوستن هي بہ ٻڌايو تہ اسان کي گهرو ڪم ڪار ۾ بہ ڪافي سهوليت ٿي پئي آهي. ڇوڪريون گهر جي ٻهاري سهاري ، ٿانو ٿپا ملڻ وغيره جو ڪم پوري طرح ڪن ٿيون . گهر جا ننڍڙا نينگر اسڪول ۾، وڏڙا نينگر مدرسي ۾ ۽ نينگريون مدرسة البنات ۾ . تعليم حاصل ڪري، جڏهن اهي سڀ گهر اندر پاڻ ۾ گڏ ٿين، علمي گفتگو شروع ڪن ٿا تہ انوقت محسوس ائين پيو ٿئي جڻ درگاهہ الله آباد شريف جو هر هڪ گهر هڪ مستقل مدرسو بڻجي پيو آهي .

هن عاجز شام جي وقت ڳوٺ جي ننڍڙن ٻارڙن کي ڪيٽي راند ڪندي ڏٺو، سبحان الله ! الله وارن جي سهڻي تربيت، جو ٻار ڪوڏي ڪوڏي جي بجاءِ يڪساهي سان الله! الله! پيا ڪن.

**پرائمري تعليم طرف توجہ:** اسڪول جي تعليم کي بهتر بڻائڻ لاءِ سرڪار طرفان مقرر ڪيل استاد صاحب کي حضرت صاحب جن وقتاً فوقتاً بيدار ڪندا رهندا آهن. پاڻ پنهنجي طرفان هڪ ڪميٽي مقرر فرمايائون جيڪا اسڪول جي تعليم جي نگهباني ڪري ۽ شاگردن جا خانگي طرح امتحان وٺي. خصوصاً مولانا غلام مرتضيٰ صاحب جي مٿان اها ذميداري رکيائون تہ پاڻ اسڪول جي پوري طرح نگراني ڪري، اگر ڪو استاد يا شاگرد غير حاضر هجي تہ اسان کي اطلاع ڪري.

**دلچسپي پيدا ڪرڻ جو طريقہ ڪار:** حضرت صاحب جن پنهنجي طرفان اسڪول جي شاگردن ۾ ڪيترائي ڀيرا مختلف مضمونن دينيات، سنڌي، سائنس، تاريخ وغيره ۾ مقابلا ڪرائي پوزيشن ۾ ايندڙ شاگردن کي انعام پڻ ڏنائون.

**ڳوٺ طرف توجہ :** اسلامي تعليمات جي روشنيءَ ۾ جڏهن اسان غور ڪيون ٿا تہ معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام ۾ سڀ کان ڀرپائين حق آهي اسلامي قوانين کي پنهنجي جان جي مٿان نافذ ڪرڻ. انکان بعد پنهنجي رشتيدارن، پاڙيوارن ۽ ڳوٺ وارن کي ان قوانين جي مٿان عمل پيرا بڻائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ پوءِ جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي تعليمات اسلام کي عام ڪرڻ. اولياءِ الله جي خصوصي وصف اتباع سنت هوندي آهي. موجوده دور ۾ حضرت صاحب جن انهيءَ سنت جي احياءِ ۽ انهي سنت تي عمل ڪرڻ جو جيڪو نمونو پيش ڪيو آهي شايد هن وقت پوري دنيا ۾ ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي . سنڌ جو جيڪو ڳوٺ درگاهہ الله آباد شريف آهي ان ۾ رهڻ جو شرط اتباع شريعت آهي . هر شخص تي نماز باجماعت، مرد خواه عورت تي نماز جي پابنديءَ سان گڏ تهجد جي پابندي بہ لازمي آهي. روزانہ ڪجهہ وقت گڏجي الله جو

ذکر کرڻ ۽ پنهنجي اولاد کي ديني تعليم ڏيارڻ ضروري آهي ۔ انهن تمام امورن جي نگراني حضرت صاحب جن پاڻ فرمائيندا آهن. سندن ڳوٺ ۾ ڪوبه ڪم غير شرعي نه ٿيندو آهي ۔ شادي غمي شريعت مطابق ٿيندي آهي. ڳوٺ ۾ ڪوبه بيڙي پيئڻ وارو ۽ ناس نسوار ڏيڻ وارو نه آهي ۔ الحمدلله! پورو ڳوٺ ٽيليويزن ۽ وي سي آر جي موذي مرض کان آجو آهي. پاڻ پنهنجي ڳوٺ وارن جي مٿان دين جي سلسلي ۾ گهڻي محنت ۽ ڪوشش فرمائيندا آهن بالخصوص رمضان مبارڪ مهيني ۾ ته زياده کان زياده تقويٰ ۽ نيڪيءَ جي طرف توجهه ڏياريندا آهن. سندن جي طرفان هر هڪ فقير کي هڪ محاسبو فارم ڏنو ويندو آهي. جنهن ۾ هو روزانه پنهنجو پاڻ کان محاسبو ڪندو آهي. فارم اندر نماز باجماعت ، تڪبير اوليٰ ، تهجد ، تلاوت ڪلام پاڪ، صلواة تسبيح، اشراق، درود، ۽ ٻين تسبيحات جو روزانه پورائو ڪرڻ لازمي هوندو آهي. اهي محاسبه فارم ڳوٺ جي مرد عورتن کان علاوه مدرسي جي طالبن کي ڀرڻ به لازمي هوندا آهن ۔ هن عاجز جو پنهنجو اکين ڏٺو مشاهده آهي ته رمضان شريف ۾ ڪيترن فقيرن 9 پيرا به صلواة تسبيح روزانه پڙهي آهي.

**مجلس عامله:** جماعت جي مسائل جي حل لاءِ حضرت صاحب جن درگاهه الله آباد شريف جي چند معتبر افراد کي گهرائي فرمايائون ته اسان وٽ هر طرف کان جماعت جا مسائل پيش ٿين ٿا ، تنهن ڪري اسان جو خيال آهي ته هڪ مجلس عامله قائم ڪئي وڃي ، جيڪا انهن مسئلن تي غور ڪري ۽ ان جو حل تلاش ڪري، اوهان به ان تجويز تي غور ڪيو. آخر ستاويهين شريف جي موقعي تي تمام خلفاء جي صلاح مشوره سان 15 افراد تي مشتمل مجلس عامله قائم ڪئي وئي.

**ديني درس جو قيام :** حضرت صاحب جن پنهنجي جماعت جي افراد ۽ عام مسلمانن کي ديني تعليم کان آگاهه ڪرڻ لاءِ درس جو سلسلو به شروع ڪرايائون . جنهن ۾ هر هفتي اندر ٽن درسن، درس قرآن، درس حديث ۽ درس تصوف جو بندوبست ڪيو ويو. هر جمعي ڏينهن بعد نماز جمع خصوصي درس قرآن جو انتظام ڪرڻ فرمايائون. ان درس جي مشهوري لاءِ ڪجهه اشتهار به ڇپرائي ڪنڊيارو، نوشهرو ۽ مورو جي پسگردائيءَ جي ماڻهن ۾ تقسيم ڪرايائون. شاگردن ۽ ڳوٺ وارن کي به ان درس ۾ ويهڻ لازمي قرار ڏنائون هن درس کان علاوه اسلامي معاشره، آداب و اخلاق ۽ معاملات جي موضوع تي به مختلف وقتن تي، مختلف ليڪچرن جو پڻ انتظام هوندو آهي. درس جي آخر ۾ حضرت صاحب جن خصوصي دعا فرمائيندا آهن.

**تحريري تبليغ طرف توجهه:** حضرت صاحب جن جي نيڪ ڪوششن جي نتيجي ۾ جماعت اصلاح المسلمين طرفان "اصلاح المسلمين " رسالو شايع ٿيو . جماعت اساتذه روحانيه طرفان "المعلم" رسالو شايع ٿيو . روحاني طلبه جماعت طرفان "الطاهر " باقاعده هر ٽئين مهيني شايع ٿيندو رهي ٿو. هن وقت تائين 19 شماره نڪري چڪا آهن . هن رسالي ۾ مختلف مضمون شايع ڪيا ويندا آهن بالخصوص حضرت قبله سجڻ سائين جن جو پنهنجو تحريرشده متحده عرب امارات جو قسط وار سفر نامو به شامل ڪيو ويو آهي. ان کان علاوه طريقه عاليه نقشبنديه جي بزرگان دين جي حالات، حضرت قبله سهڻا سائين رح جن جي سوانح حيات قسط وار ۽ ڪي تاريخي مضمون، سائنسي معلومات، فقيهي مسائل ، بعض اهم تبليغي خطوط ، نونهال جا لکيل مضمون پڻ شامل آهن . هن رسالي ۾ تحريري ۽ ذهني آزمائش جا مقابلا

پڻ شامل ڪيا ويندا آهن. ۽ ڪامياب افراد کي انعام پڻ ڏنا ويندا آهن.

**تجويد و قرآءت جو شعبو:** الله تعاليٰ فرمايو آهي " قرآن شريف کي ٺاهي ٺاهي پڙهو". اسان مسلمانن لاءِ جتي قرآن شريف جي تلاوت هڪ ضروري ڳالهه آهي، اتي ان جي تجويد ۽ ترتيل پڻ نهايت اهم آهي. ايتريقدر جو جيڪڏهن ڪو شخص بي غوري ۽ سان قرآني تلفظ صحيح نٿو ڪري ته اهو ان لاءِ حرام آهي پر جيڪڏهن جاڻي واڻي غلط تلفظ ڪريٿو ته دائره اسلام کان خارج ٿي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري هر دور ۾ علماءِ ۽ مشائخ تجويد ۽ قراءت جو خصوصي اهتمام ڪندا رهيا آهن . چنانچ حضرت خواجه پير مٺا رح ۽ حضرت قبله سهڻا سائين رح جن تجويد ۽ قراءت لاءِ خلفاء ڪرام، علماء ڪرام ۽ مدرسي جي شاگردن کي تاڪيد ڪندا هئا. خصوصا رمضان مبارڪ ۾ دوره تجويد قرآءت رکندا هئا بعض اوقات خلفاء ڪرام جون تبليغي سرگرميون روڪي ۽ مدرسي جي طالبن جا درسي پيريڊ گهٽائي ، وڌيڪ محنت سان تجويد پڙهڻ لاءِ نه فقط چوندا هئا پر پاڻ به انهن سان گڏ ويهي پڙهندا هئا .

انهي تجويد و قراءت جي شعبي کي حضرت قبله سجڻ سائين مد ظله العالي جن وڌيڪ مؤثر بنائڻ لاءِ درگاهه الله آباد شريف جي مدرسه جامعه عربيه غفاريه اندر 26 ڊسمبر 1987ع بروز ڇنڇر ، حفظ قران ، تجويد و قراءت جو مستقل شعبه قائم ڪرڻ فرمايو.

**حافظ صاحبان جي دستاربندي:** سال 1990ع جي ساليانى عرس مبارڪ جي موقعي تي سائين قاري حافظ محمد جميل صاحب سان گڏ 9 سائين جي دستاربندي ٿي پهريون بابرڪت ور

حضرت صاحب جن پاڻ ڏيڻ فرمايو.

**ختم قرآن جو اهتمام:** شرعي نقط نگاهہ کان رمضان مبارک اندر تراويح جي صورت ۾ ختم قرآن ٻڌڻ سنت مؤکده آهي بشرطيڪ پڙهائڻ وارو حافظ صاحب بي طمع محض الله تعاليٰ جي رضا خاطر ختم شريف ٻڌائي ، ٻي صورت ۾ ڪجهه صديون اڳي کان ولي آخري پاره جونڊيون سورتون مروج آهن .

حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن انهيءَ مسئلي جي وضاحت ڪندي پنهنجي دل جي تمنا ظاهر ڪندا هئا تہ ڪاش! اهڙو ڪو خدا جو پيارو بي طمع حافظ هجي جيڪو اسان وٽ ختم شريف پڙهائي . افسوس ! سندن حياتي مبارڪ ۾ اهڙي ڪا صورت بنجي نہ سگهي.

الحمدلله! حضرت قبلہ سجڻ سائين جن انهيءَ سلسلي ۾ مدرسي جي استاد قاري حافظ عاشق علي صاحب کي ختم شريف پڙهائڻ لاءِ دعوت ڏني . جنهن پنهنجي سعادت سمجهي خوشيءَ سان انهيءَ دعوت کي قبول ڪيو .پهريون ختم شريف رمضان مبارڪ 88ع کان درگاهہ الله آباد شريف تي شروع ٿيو. ان ختم شريف کان علاوه شب برات ۽ شب قدر جي موقعن تي نهايت ئي ادب احترام سان شبينہ جو اهتمام ڪيو ويندو هو.

**رشتيدارن ۽ پاڙيوارن جو فڪر:** جيئن تہ حضور اڪرم ﷺ جن تبليغ اسلام ۾ پهريائين پنهنجي رشتيدارن ۽ پاڙيوارن تي خصوصي توجهہ ڏنو بعينہ انهيءَ طريقي جي پيروي ڪندي حضرت قبلہ سجڻ سائين جن سڀ کان پهريائين پنهنجي رشتيدارن ڳوٺ وارن ۽ پاڙيوارن تي خصوصي توجهہ ڏيڻ فرمايو. جيئن تہ احاديث مبارڪ اندر پاڙيوارن جي حقن جي تمام گهڻي اهميت آيل آهي. انهيءَ فرمان کي مد نظر رکندي ڪين هر وقت پاڙي

وارن جو فڪر رهندو هيو ته اسان جا پاڙيسري ٿي ڪري، آخرت ۾ ڪنهن عذاب يا عتاب جا مستحق بنجن چو نہ انهن جي خير خواهي ڪئي وڃي، نيڪيءَ جي ثمرات ۽ جنت جي انعامات کان کين آگاهہ ڪيو وڃي ، پاڻ فرمايائون ته پوءِ اسان اهڙي سعادت ۽ خدمت لاءِ ڪنهن دعوت جو انتظار ڇو ڪيون . پاڙي جو اهو اسان جي مٿان حق آهي ، ان حق جي پورائي ڪرڻ لاءِ اگر اسان کي جاني مالي ۽ وقت جي قرباني ڪرڻي پوي ته اها بہ ڪنداسين . چنانچہ پاڻ هڪ علماءِ جي وفد کي تشڪيل ڏنائون . جنهن ۾ پاڻ بنفس نفيس شريڪ ٿيا. ان وفد کي اها هدايت جاري ڪيائون تہ سواري اسان کي پنهنجي هوندي . جنهن وٽ بہ هلنداسون ان جي مٿان ماني وغيره جو ڪوبہ بار نہ هوندو . جيڪو بہ اسان سان گڏ هلي تہ اهو پنهنجي ماني اڳواٽ کائي هلي يا تبليغ ڪري واپس موٽي اچي لنگر ڪري . انهيءَ تبليغي دوره ۾ عمومي طريقہ ڪار هي رهيو هيو جو نماز ظهر يا نماز عصر ڪنهن قريبي شهر يا ڳوٺ ۾ پڙهڻ کان پوءِ سڀ کان پهريان تلاوت ڪلام پاڪ ان کان پوءِ حديثہ نعت . ان کانپوءِ درس قرآن يا درس حديث ڏنو ويندو هيو. بعد ۾ حضرت صاحب جن نماز وغيره کان علاوه حقوق الله ۽ حقوق العباد . اخلاق و آداب متعلق جامع خطاب فرمائيندا آهن. بعد ۾ تمام سامعين کي چيو ويندو آهي تہ هو چند ٽولن ۾ تقسيم ٿي ويهن ۽ سائينجن سان وفد ۾ شريڪ فردن مان هڪ هڪ فرد هڪ ٽولي ۾ ويهي کين نماز روزي ۽ دين جي ضروري مسئلن جي تعليم ڏيندو آهي ۽ اگر ڪو دوست ديني مسئلي متعلق پڇڻ گهري تہ ان کي نهايت ئي سهڻي نموني سمجهايو ويندو آهي . اهڙا پروگرام اڪثر خميس ڏينهن رکيا ويندا آهن.

شروعات حضرت صاحب جن جي آبائي ڳوٺ ڄانوارڻ کان ڪئي ويئي. ان کان پوء اهڙي تبليغي سلسلي ۾ ٻتاشاھ تنيه، ڳوٺ شير محمد ڪوسه، پريا شهر ۽ پريا روڊ، ٺاروشاھ، نوشهرو ڳوٺ منو سولنگي ثواب پور، رحمتپور، ڏيون ۽ هالائي وغيره ۾ پهچڻ ٿيو.

## متحده عرب امارات جا تبليغي سفر

حضرت قبله سجڻ سائين مد ظله العالي جن متحده عرب امارات جي مختلف رياستن ابو دبئي، ابو ظهبي، عجمان، شارجه، همدان ۽ الفجيره وغيره ۾ 5 تبليغي سفر ۽ 55 تبليغي پروگرام ڪيائون. روزانه ٻتي پروگرام ٿيندا هيا ۽ اڪثر پروگرام رات جي هڪ وڳي تائين هلندو رهندو هيو.

پهريون تبليغي سفر: 15 ڏينهن لاء 25 جون کان 9 جولاء 85ع تائين ٿيو.

ٻيو تبليغي سفر : 12 ڏينهن لاء 11 جنوري کان 23 جنوري 87ع تائين ٿيو.

ٽيون تبليغي سفر : 11 ڏينهن لاء 19 مارچ کان 30 مارچ 89ع تائين ٿيو.

چوٿون تبليغي سفر : 12 ڏينهن لاء 10 مارچ کان 22 مارچ 89 تائين ٿيو.

پنجون تبليغي سفر : 15 ڏينهن لاء 28 فيبروري کان 14 مارچ 90ع تائين ٿيو.

**سفر جا ساٿي** : هنن سفرن ۾ حضرت صاحب جن سان گڏ مولانا محمد رمضان صاحب، مولانا مفتي عبدالرحمان صاحب، مولانا حبيب الرحمان صاحب، مولانا محمد سعيد صاحب، مولانا رؤف احمد صاحب ۽ ڊاڪٽر منور حسين ساٿي رهيا آهن . سنڌي اردو،

انگريزي ۽ عربيءَ ۾ ڪيل تقريرن جون ڪيسٽون اڄ بہ هن عاجز وٽ محفوظ آهن.

**تربيتي پروگرام:** حضرت صاحب جن جي فرمان سان مولانا محمد رمضان صاحب ، مهيني ڏيڍ لاءِ متحده عرب امارات ۾ رهي مقامي دوستن جي تعليم و تربيت طرف خصوصي توجهہ ڏنائون.

**تبليغي روحاني مرڪز :** حضرت صاحب جن جي انهن تبليغي پروگرامن کان علاوه مستقل 3 تبليغي روحاني مرڪز پڻ آهن، جتي مقامي دوست گڏ ٿي ذڪر جو حلقہ مراقبو ڪندا آهن. هفتيوار ۽ ماهوار جلسا بہ ٿيندا رهندا آهن. مولانامحمد اڪرم شاه صاحب ۽ حاجي محمد صديق صاحب، جيڪي حضرت صاحب جن جا قرب وارا آهن ، رات ڏينهن تبليغ ۾ سرگرم آهن . حضرت صاحب جن جو پراڻو پيارو خادم ، نهايت ئي اخلاص محبت وارو نقير حاجي محمد پناهہ صاحب ، جيڪو ڪافي عرصي کان متحده عرب امارات ۾ رهي ٿو ، هر پروگرام دوران حضرت صاحب جن جي خدمت اقدس ۾ رهندو آهي .

**روحاني طلبہ جماعت:** حضرت صاحب جن جي فرمان سان ڊاڪٽر منور حسين متحده عرب امارات جي نوجوانن اندر تبليغي سلسلو شروع ڪيو. سندس اخلاص، محبت ، لڳاتار محنت ۽ اڻٿڪ ڪوشش جي نتيجي ۾ ڪافي نوجوان اصلاحي تنظيم، روحاني طلبہ جماعت ۾ شامل ٿيا. الحمد لله! هن وقت روحاني طلبہ جماعت پاڪستان جون 3 برانچون قائم آهن .

**مستورات جو خصوصي پروگرام:** باهر مردن جي تبليغ کان علاوه مقامي عرب مستورات جي همت ۽ تعاون سان باپرده عورتن جا بہ پروگرام ٿيندا رهندا آهن. جن کي حضرت صاحب جن خصوصي خطاب فرمائيندا آهن. حضرت صاحب جن جي

نوراني نظر ۽ باطني توجهه سان عورتن ۾ به دينداري ، دين طرف توجهه ۽ محبت پيدا ٿي آهي .

**تبليغي خطوط :** حضرت صاحب جن وٽ درگاهه الله آباد شريف تي روزانه سوين تبليغي خط ايندا رهندا آهن. جيڪي جماعت الدر پڙهيا ويندا آهن . اهڙي نموني متحده عرب امارات مان به ڪئي ڏينهن تبليغي خط پهچندا آهن . هيءُ عاجز نموني طور هڪ دوست حاجي محمد ادريس صاحب جي موڪليل خط جو هت ذڪر ڪريٿو. جنهن ۾ هن صاحب پنهنجي اڳوڻي حالت سان گڏوگڏ موجوده محبوبن جي مهربانيءُ جوبه بيان ڪيو آهي.

**جسماني روحاني معالج:** محترم محمد ادريس صاحب، جيڪو اصل ۾ پاڪستاني آهي ۽ ڪافي عرصي کان متحده عرب امارات ۾ رهندو آهي، خط ذريعي لکي ٿو ته آءُ هتي ٽيڪسي ڊرائيور آهيان . منهنجي ڏنڌي مان ٿي اوهان منهنجي ليکي جو اندازو لڳائي سگهو ٿا . ان کان علاوه متحده عرب امارات جهڙو شاهوڪار ۽ فارورڊ ملڪ، جتي پئسي جي ته ڪاڪمي ڪانهي ، مون پنهنجي سموري زندگي عيش و عشرت ۾ تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏي ، پوءِ به منهنجي ايڀل لفساني اٿ جي اڃ نه اُجهامي، خيال ڪير ته مغربي ممالڪ ۾ وڃي ڪو لطف وٺان. انهي سلسلي ۾ مون پنهنجي هڪ دوست کي، جيڪو جرمني ۾ رهندو هيو، خط لکيو ته منهنجي لاءِ اتان جي ويزا جو ڪو بندوبست ڪر تانته آءُ ڪجهه وقت لاءِ اتي رهان .

**دل جي دنيا :** حسن اتفاق اهڙو بنيو جو اڃان ان دوست جي طرف کان مونکي ڪو جواب ئي نه مليو ته 1988ع ۾ حضرت قبله سچڻ سائين جن پاڪستان کان متحده عرب امارات ۾ تبليغي دوري تي آيا .آءُ به پنهنجي هڪ دوست جي چوڻ تي چار ڪهڙيون

سندن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي ، الله جي ذڪر جو وظيفو حاصل ڪير. سندن نوراني نگاهہ ۽ باطني توجهہ سان منهنجي اندر ۾ اهڙو روحاني انقلاب آيو جو دل جي دنيائي بدلجي ويئي. الله جي ذڪر ۽ سندن صحبت بابرڪت جا ثمرات ظاهر ٿيا. مون ذڪر سان گڏو گڏ محبوبن ڪريمن جي پياري سنت ڏاڙهي رکائڻ شروع ڪري ڏني، ڏنڊڻ ، دستار، نماز باجماعت ۽ تهجد جي پوري طرح سان پابندي شروع ڪري ڏنم ، جيڪا اڄ تائين بدستور جاري ۽ ساري آهي. هڪ طرف منهنجي هيءَ حالت هجي ته ٻي طرف وري اوچتو ٿي اوچتو ان جرمني واري دوست جو خط ٻه اچي پهتو ته ويزا تيار آهي ۽ اوهان جي اچڻ جو انتظار آهي. خط پڙهڻ سان اکين مان آب جاري ٿي ويو. مون ڪيس لکي موڪليو ته منهنجا دوست ! هن وقت مون کي جرمنيءَ جي ويزا نه گهرجي، مونکي ته حرمين شريفين جي ويزا جي ضرورت آهي ، جتي ذهني پريشاني دور ٿئي ٿي ۽ قلبي سڪون حاصل ٿئي ٿو .

**درد دک دور :** ان کان علاوه محمد ادريس صاحب هي ٻه لکيو ته محبوبن مرشدن ڪريمن جي صحبت مان مون کي نه رڳو ديني فائدو پهتو پر دنيا جا درد ۽ پريشانيون به ختم ٿي ويون . انهيءَ سلسلي ۾ هيءُ واقعو به ٻڌايائين ته حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ اچڻ کان اڳ منهنجي پٺيءَ ۾ اوچتو ٿي اوچتو هڪ هڏي وڌڻ شروع ٿي. سُٺن سُٺن سرجن جي تشخيص کان پوءِ مون کي ٻڌايو ويو ته آپريشن کان سواءِ هن بيماريءَ جو ڪوبہ علاج نه آهي ، ڏاڍو پريشان ٿيس. بس، الله جا لکين احسان جو حضرت صاحب جن منهنجي لاءِ گويا حڪيم حاذق بڻجي آيا. الله جي ذڪر ۽ سندن دعا برڪت سان آهستي آهستي اها وڌيل هڏي ختم ٿيندي ويئي تانته ان هڏيءَ جو نانءُ نشان به باقي نه رهيو.

هن وقت مون کي ڪنهن به قسم جي شڪايت نه آهي، منهنجي دل فتويٰ ڏني ته" هيءُ سڄڻ سائين، حقيقي سڄڻ آهن، جن جي صحبت بابرڪت ۽ دين دنيا جون ٻئي انداز پلايون ۽ برڪتون آهن".

**مثالي تقويٰ** :حضرت قبله سڄڻ سائين جن تبليغ دوران جڏهن ابوظهبي پهتا ته مقامي دوستن جي گهڻي اصرار تي، هڪ وڏي هال ۾ جيڪو نهايت ئي سهڻي نموني سينگاريل ۽ سنواريل هيو، ان ۾ تبليغي پروگرام رکيل هيو، ياد رهي ته ڪميٽي جي اجازت سان ٻيروني ممالڪ جا علماء ڪرام، مشائخ عظام ۽ مبلغ حضرات خطاب فرمائيندا آهن ، جنهن کي وڊيو جي ڪيسٽ ذريعي محفوظ رکيو ويندو آهي ۽ اهي تبليغي ڪيسٽون ٻين ملڪن ڏانهن موڪليون وينديون آهن. حضرت صاحب جن فرمايو ته اسان اهڙي هال ۾ تقرير نه ڪنداسون جتي وڊيو سيٽ، ٽيل آهي. منتظمين عرض ڪيو ته قبلا! هندوستان ۽ پاڪستان جي ڄاتل سڃاتل بزرگ هستين جون تقريرون به ڪيسٽن ۾ موجود آهن. پلا اوهان هن طريقه ڪار کي ڪهڙي طرح حرام ٿا چئو. پاڻ فرمايائون ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته "الحلال بين والحرام بين "حلال به ظاهر آهي ته حرام به ظاهر آهي، جيڪڏهن هي حرام نه آهي ته پوءِ اوهان وٽ حلال هجڻ جو ڪهڙو ثبوت آهي، اگر حلال به نه آهي ۽ حرام به نه آهي ته پوءِ انهن ٻنهي جي وچ ۾ شبهناڪ شيءِ آهي، پوءِ جيڪو شبهه وارين شين کان پرهيز ۽ پاسو نه ڪندو ته اهو ضرور حرام اندر داخل ٿيندو.

**هڪ مثال بي مثال** :پاڻ فرمايائون ته ڪنهن وڏيري زميندار جي ڏنار کي هيءَ اجازت هجي ته هو پنهنجي مال کي پوک جي ٻني تائين چاري سگهيتو پر جيڪڏهن ڏنار داناءُ هوندو ته مال کي ڪڏهن به ٻني تائين پهچڻ نه ڏيندو متان چڪ هڻندي هڻندي،

پوک اندر ٽپي نہ پوي، بهرحال حضرت صاحب جن جي هن ليڪچر تقرير کان اهي منتظمين گهڻو متاثر ۽ مطمئن ٿيا ۽ حضرت صاحب جن جو خطاب ٽيپ ذريعي رڪارڊ ڪيو ويو .

## بلوچستان جو تبليغي سفر

**رڻ پٽ ۽ ريج جو سفر :** حضرت قبلہ سچڻ سائين جن لاڙڪاڻہ کان غيبي ديره ۽ ڪاڇي جا اهي رڻ پٽ ۽ رڃ جا علائقا ، جتي پاڻيءَ جو نالو نشان بہ نہ آهي ، اتي پهچي ماڻهن کي الله جي ذڪر جي تلقين ڪئي ۽ سندن غير آباد دلين کي الله جي عشق محبت سان آباد فرمايائون .

**گرم جهولا ۽ لڳ ڪانداريندڙ لکون:** پاڻ ڪنڌ ڪوٽ، جيڪب آباد جي سخت گرمي واري علائقي ۾ گرم جهولن ۽ لکن جي پرواهہ نہ ڪندي، جيپ ذريعي قتل ۽ پراڻن واهن جي تاپ ڏيئي . ڪڇي جي ماڻهن کي دين اسلام جي تبليغ ڪندي، الله جي ذڪر جو وظيفو ڏسيو.

**واريءَ جون متاهيون ڀٽون :** پاڻ سنڌ جي ٿر علائقي اندر . پنجاه سٺ فوٽن جي متاهين ڀٽن کي پار ڪري، جڏهن تبليغ واسطي مٺي شهر ۾ پهتا تہ ڪولين ۽ ماڪوڙن والگر ڪئي ٿيل ٿري ماڻهن .کي الله جي ذڪر جي تلقين سان گڏ نوراني خطاب فرمايائون نہ رڳو ايترو پر سندن غلام ۽ خادم، اڄ ۽ بک جي پرواهہ نہ ڪندي، ڏينهن رات پيادل، دين اسلام جي تبليغ واسطي ڏيپلو . چاڇرو ۽ نگر پارڪر جهڙين ڏکين جاين تي پهتا.

**ميداني پٽ :** پاڻ ٺٽو، مڪلي کان علاوه گهارو، ڪارو، ۽ ٺارمر جا ڳوٺ ۽ شهر لتاڙي، ڪيترن ميلن تائين ميداني پٽ، جتي

واٽ نہ پيچرو، راهہ نہ رستو، پار ڪري نهايت ئي ڏکين ۽ ڏوراهن ڳوٺن ۾ پهچي . دين اسلام جو پيغام پهچايائون نہ رڳو ايترو پر سندن غلام ڪيٽي بندر ڪان بہ اڳتي لانچن ذريعي، درياهہ جي پيٽن تي رهندڙ انسانن تائين پهچي، الله ۽ ان جي حبيب صلي الله عليه وسلم جن جو پيغام پهچايو .

**محبت ڀريون حسين ماڙيون :** جنگشاهي ڪان ميلن جي مفاصلي تي جبلن ۽ پهاڙن جون هيٺ متاهيون . لاهيون چاڙهيون ، نهايت ئي ڏکيا ۽ سوڙها لڪ، جبلن جي حسين ماڙي ۾ تقريبا 500 گهرن تي مشتمل شهر مال ماڙي آهي . جنهن ۾ اسپتال ڪان علاوہ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ هاءِ اسڪول پڻ آهي اتي هيءُ بجلي نہ آهي پر سج جي روشنيءَ ڪان بجلي حاصل ڪري بيٽريون ڀريون وينديون آهن ، جنهن ڪي شمسي توانائي چيو ويندو آهي . پاڻ اهڙو دور دراز ۽ ڏکيو سفر طئہ ڪري عوام الناس جي اصلاح فرمايائون .

**جبل جهاڳڻ :** پاڻ بلوچستان جي علائقي ڪوئٽيہ ڪان مستونگ تائين تبليغي سفر فرمايائون ۽ سندن غلام وري تبليغ واسطي وڍ ، خضدار ، باغبان ۽ ڪيچ مڪران تائين پهتا .

**پهاڙي پنڌ :** پاڻ ڪراچي ڪان بلوچستان جي علائقي حب چونڪي ، وندر ، هاڙهو ۽ پب، جبل، جيڪي سسئي جي سورن جا اڻ متجندڙ اُهڃاڻ ۽ صداقت جا زندہ نشان آهن، انهن ڪي ڏسندي ، سسئيءَ جي همت ۽ جرئت ڪي ياد ڪندي، اٿل ، ٻيلو، لاڪڙو ڪان جبلن ۽ پهاڙن جا پنڌ ڪري ، شاهہ نوراني پهچي . پليل ۽ پنڪيل، دين ڪان پري پيل انسانن ڪي اسلامي احڪامن ڪان آگاهہ ڪيائون، جن ڪلاهن پلجي هڪ ڀيرو بہ الله ڪي سجدو نہ ڪيو هو اهي آڌي رات جو اٿي، تهجد پڙهڻ لڳا. سندن غلامن وري

لاهوت لامڪان جي اونداهين چرن ۾ غارن ۾ پهچي مقامي خواه مسافر ماڻهن کي دين اسلام جي تبليغ ڪئي. پاڻ صوبه بلوچستان جا 3 تبليغي سفر فرمايائون .

**پهريون سفر** : 14 جولاء کان 16 جولاء تائين سال 1986ع ۾ ڪيائون .

**ٻيون سفر** : 21 نومبر کان 27 نومبر تائين سال 1987ع ۾ ڪيائون .

**ٽيون سفر** : 26 مئي کان 31 مئي تائين سال 1991ع ۾ ڪيائون. پروگرام مطابق ......

**مسجد حبيبيه** : 26 مئي بروز آچر شهر ٻيلا جامع مسجد حبيبيه ۾ پروگرام ٿيو.

**مقبول مسجد** : 27 مئي بروز سومر مقبول مسجد شهر اتل ۾ پروگرم ٿيو

**مسجد اقباليه** : 28 مئي بروز اڱارو جامع مسجد اقباليه ڳوٺ حاجي اقبال تعلقه لاکڙو ضلع لس ٻيلا ۾ پروگرام ٿيو.

**نوراني مرڪز** : 29 مئي بروز اربع نوراني مرڪز ( شاهه نوراني روڊ) ۾ پروگرام ٿيو.

**درگاهه شاهه نوراني** : 30 مئي بروز خميس درگاهه شاه نوراني تي پروگرام ٿيو .

جلسي جو پروگرام نماز عصر کان نماز عشا تائين ۽ حضرت صاحب جن جو خصوصي نوراني خطاب بعد نماز مغرب ٿيو.

**سنن ڪلاڪن جو سفر** : مون عاجز کي دوستن ٻڌايو ته شاهه نوراني جي مزار مبارڪ جي چوڌاري وڏا وڏا جبل آهن مٿي ٻڏيءَ جا چشما ۽ کجين جون قطارون ، حسين ماٿري جو منظر ڏسڻ وٽان آهي . ڪراچي کان بس ذريعي، محبت فقير جي اسٽاپ

تي پهچي ، اتان وري ڇڪڙن ذريعي ٽيهہ چاليهہ فوٽ جبلن ۽ پهاڙن جون لاهيون چاڙهيون لتاڙي، سمورو سفر تقريبا 7 ڪلاڪن ۾ پورو ڪري درگاهہ شاهہ نوراني، تي پهچيو آهي .

**بيوس اٺن بار چلايا :** الحمد لله ! مون عاجز ڪي اڪثر سفرن ۾ محبوبن مرشدن ڪريمن سان گڏ هلڻ جي سعادت حاصل ٿي آهي پر ساڳئي وقت ڏاڍي ڏک ۽ افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ هي، منهنجي بدقسمتي يا بدبختي چئجي جو مون تازي سهڻي سعيد سفر ۾ شامل ٿي نہ سگهيس . اسڪول جي موڪل واري مجبوري منهنجي راهہ ۾ رڪاوٽ جو سبب بني . تاهم " ياهج پرين وٽ يا ڪر پرين پچار " کي سامهون رکندي . سڄڻن جو سفر لکيو اٿم .

**روحاني مرڪز ۽ ديني مدرسا :** حضرت صاحب جن جي محنت ۽ ڪوشش سان بلوچستان اندر 3 روحاني تبليغي مرڪز ۽ تقريبا 5 ديني مدرسہ آهن . بلوچستان علائقي جا تقريبا 20 طالب علم درگاه الله آباد شريف جي مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ اندر ديني تعليم حاصل ڪري رهيا آهن .



# مقدس مقامات ۽ تاريخي يادگار

★ حضرت قبلہ سچڻ سائين مد ظلہ العالي جن سنڌ پنجاب ۽ بلوچستان جي تبليغي سفر دوران تاريخي اهم جاين ۽ متبرڪ مقامات پهچي، بزرگان دين جي زيارت فرمائي.

★ سنڌ جي مشهور ۽ تاريخي شهر لاڙڪاڻہ اندر درگاهہ رحمتپور شريف ۾ حضرت خواجہ غريبنواز پير مٺا رحمۃ اللہ عليہ جن جي زيارت ڪيائون ۽ ختم شريف بخشيائون.

★ ياد رهي تہ درگاهہ رحمتپور تبليغي وروحاني مرڪز رهيو آهي جتان ڳليل ۽ ڀٽڪيل انسانن کي راهہ هدايت ملي ٿي ۽ پريشان دلين کي اللہ جي ذڪر سان سڪون حاصل ٿيو. خوني، زاني، شرابي ۽ سرڪش انسان سڌري نيڪوڪار ۽ ديندار بڻجي ويا. هي سڀ سندن ئي باطني توجہ ۽ نوراني نظر جو اثر آهي جو حضرت قبلہ سچڻ سائين جن جي ذريعي پوري پاڪستان کان علاوه متحده عرب امارات اندر لکن جي تعداد ۾ جماعت آهي ۽ ڪافي تبليغي روحاني ۽ اصلاحي مرڪز قائم آهن. هر سال ساليانو عرس جي مبارڪ موقعي تي مختلف ملڪن ۽ علائقن جا انسان ڪولين وانگر درگاهہ اللہ آباد شريف جي سرزمين تي ڪٺا ٿيندا آهن ۽ هرطرف تنبن ۽ شاميانن جي قطارن کي ڏسي ڪري عرفات وارو منظر ياد ايندو آهي.

★ پاڻ جڏهن تبليغي سلسلي ۾ سنڌ جي علمي، ادبي ۽ تاريخي شهر ٺٽو ۾ پهتا تہ پاڻ بعد نماز جمع مڪلي جي

جامع مسجد اندر انسانن جي هڪ اٿاهہ سمونڊ کي خطاب فرمايائون ياد رهي تہ هن اجتماع ۾ عوام الناس کان علاوه اڪثريت آفيسر طبقي جي هئي.

★ پاڻ ان قديمي قبرستان جي بہ زيارت ڪيائون، جنهن لاءِ اڪثر ائين ٻڌڻ ۾ ايندو آهي تہ هتي سوا لک بزرگن جون مزارون آهن. هڪ مشهور بزرگ مستي ۾ ڇاتل سياتل شخصيت، مختلف موضوعن تي ٽن سؤ ديني ڪتابن جو مصنف حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ آهي. پاڻ سندس مزارتي پهچي ختم شريف بخشيائون. طريقهٔ عاليہ نقشبنديہ بزرگ حضرت خواجہ ابو القاسم نقشبنديؒ جي زيارت پڻ ڪيائون. حضرت مخدوم آدم نقشبندي جنهن جي باري ۾ اڪثر اهو مشهور آهي تہ پاڻ فرمايو اٿن تہ جنهن بہ شخص منهنجي دربار ستان مڇي کاڌي، ان جا دلي مطلب ۽ مقصد پورا ٿي ويندا. اهو مشاهدو آهي تہ جيڪو بہ شخص جنهن بہ وقت هنن بزرگن جي زيارت لاءِ ايندو تہ کيس رڌل مڇي ملندي آهي. پاڻ زيارت لاءِ سندن مزارتي پهتا ۽ ختم شريف بخشيائون ان کان علاوه هڪ مشهور بزرگ حضرت عبدالله شاه اصحابيؒ جي مزار مبارڪ تي پهچي ختم شريف بخشيائون. مقامي ماڻهن جي چوڻ مطابق هي مقام تقريبًا ١٥ - ٢٠ ميلن تي آهي.

★ تاريخي ۽ بادشاهي مسجد جيڪا سؤ ڦبن تي تعمير ٿيل آهي، ان اندر بعد نماز ظهر هڪ عظيم الشان جلسي کي خطاب فرمايائون. ٺٽي شهر جي شاهي بازار اندر درگاه شاه مسڪينؒ جي آهي. پاڻ ختم شريف پڙهڻ کان علاوه بعد نماز مغرب هڪ وڏي اجتماع کي خطاب ڪيائون.

★ پاڻ جڏهن ٺٽي کان تبليغي سلسلي ۾ گهارو پهتا تہ بعد نماز عصر

سسئي جي تاريخي شهر ڀنڀور ۾ پهچڻ ٿيو. تاريخي معلومات حاصل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ غازي محمد بن قاسم جي تعمير ڪيل جامع مسجد ۾ نماز مغرب ادا ڪيائون. ان دور جون ۱۲ تمام وڏيون چورس سرون به موجود هيون. پاڻ انهن سرن جي مٿان نماز پڙهيائون ۽ ساڳئي وقت هي به فرمايائون ته دل گهري پئي ته هنن غازين ۽ شهيدن جي هن جامع مسجد اندر بنا ڪپڙي وڇائڻ جي نماز پڙهي وڃي. پر جيئن ته ماڻهو انهن ميدانن ۾ بوٽن سان هلندا رهندا آهن، ان ڪري پاڪائي کي مدنظر رکندي پاڻ پنهنجي چادر وڇائي نماز ادا ڪيائون. آخر ۾ پاڻ نهايت ئي عاجزي ۽ نيزاري سان شهيدن جا واسطا وجهي الله جي دربار اندر گريه زاري ڪندي، هڪ وڏي دعا گهرائون.

★ پاڻ گهاري جي پرسان اهو فلٽر به ڏٺائون جنهن جي مشنري ڪروڙين روپين جي لاڳت سان ٻاهرين ملڪن مان گهرائي وئي آهي. جنهن وسيلي درياءَ جو مٽي وارو پاڻي ٻن ٽن ڏورن جي گذرڻ کانپوءِ نهايت ئي صاف ٿي ڪراچي ڏانهن روانو ٿئي ٿو.

★ تبليغي سلسلي دوران پاڻ جنگشاهي کان ڪافي ميلن جي مفاصلي تي جبلن ۽ پهاڙن جا سوڙها ۽ ڏکيا اونها لڪ لتاڙي مال ماڙي شهر ۾ پهچي خصوصي خطاب فرمايائون. شهر جي چوڌاري جبلن جون قطارون ۽ جبلن جي پاسن ۾ تعمير ڪيل ۵۰۰ گهرن کي ڏسندي حرمين شريفين وارو منظر ياد پئي آيو. هن شهر اندر شمسي توانائي جو نظام آهي. سندن آفيس جبلن ۽ پهاڙن جي مٿان آهي. ليڪن روپين جي خرچ سان گراف نموني نهيل ٿالهين ذريعي سج کان بجلي حاصل ڪري بيٽرين ذريعي گڏ ڪئي وڃي ٿي آهي ۽ بعد ۾ اها بجلي مختلف راڊن، بلبن ۽ پنکن ذريعي شهر ۾ پهچائي وڃي ٿي آهي. جهڙ ۽ مينهن جي حالت ۾ ڪڪرن مٿان بجلي حاصل ڪئي وڃي ٿي آهي. پاڻ ان نظام کي نهايت ئي غور سان ڏسڻ فرمايائون.

★ مون عاجز اڪثر سفرن ۾ محبوبن ڪريمن سان ڪٺي رهيو آهي.

جنگشاهي کان موٽندي هن عاجز کي خيال ٿيو ته اڄ ڪينجهر ڍنڍ جو سير ڪيو. جنهن لاءِ مون ننڍي جي دوست محترم غلام شبير صاحب سان پروگرام ٺاهي ڇڏيو. حضرت صاحب جن جيئن جو حيدرآباد وڃڻ لاءِ تيار ٿيا ته مون کي فرمايائون ته بيدار صاحب! اوهان جو ڪهڙو پروگرام آهي؟ مون عرض ڪيو ته قبلا! آئون حيدرآباد پهچندس. پوءِ پاڻ فرمايائون ته ڪار ۾ چڙهو ته حيدرآباد هلون. بس پروگرام، پروگرام ٿي رهيو. حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ جن فرمايو آهي ته مومن جي فراست کان ڊڄو، جو ته اهو الله جي نور سان ڏسندو آهي. الله وارا دلين جا جاسوس هوندا آهن. بس! ڪار ڪينجهر واري موڙ تي پهتي ته پاڻ ڊرائيور محمد اڪرم کي فرمايائون ته اڄ ڪينجهر جو سير ڪيو. سُبْحٰنَ اللّٰهِ! تڏهن ته ٽيون هيرون ۽ تيز ڇوليون ڪينجهر جي ڪناري سان پئي لڳيون. پري کان ڍنڍ اندر نوري ۽ ڄام تماچي وارو منظر ڏسي "ڪينجهر ٿيندو هندورو" پئي ياد آيو. شاهه صاحب جو هي وسريل بيت "گند جنين جي گوڏ ۾ پاپوڙا پوشاڪ؛ انهن جي ارطاق راجا ريجهي آيو" ياد آيو.

★ دادو علائقي ۾ تبليغي سلسلي دوران سيوهڻ شهر ۾ حضرت خواجه حافظ محمد عثمان مروندي قلندر شهباز رحمة الله عليه جي روضي تي پهچي ختم شريف بخشيائون.

★ پاڻ تبليغي سلسلي ۾ جڏهن مالا جي علمي ادبي، تاريخي شهر ۾ پهتا ته حضرت مخدوم نوح رح ۽ ڀٽ شاهه تي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جن جي روضي مبارڪ تي پهچي ختم شريف بخشيائون.

★ پاڻ تبليغي سلسلي ۾ ميرپورخاص جي علائقي ۾ پهتا ته گرهوڙ شريف ۾ پهچي سنڌ جي مشهور عالم دين، مرد مجاهد حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رح جن جي مزار مبارڪ تي ختم شريف بخشيائون.

★ پاڻ بلوچستان اندر تبليغ دوران سنئي جي همت ۽ جرئت جا اڻ مٽجندڙ امٽ نشان ڇڏي ويا. هاڙهو ۽ ٻيا جبل جا عجيب غريب

منظر ڏسندا لاڪڙو، اٿل ۽ لسٻيلي جي مختلف شهرن ۾ عظيم الشان اجتماعن کي خطاب فرمايائون.

★ چوڏاري جبل آهن ۽ وچ ۾ حضرت شاه نوراني جو مزار آهي. پاڻ درگاه شاه نوراني تي هڪ وڏي جلسي کي خطاب فرمايائون ۽ بزرگن کي ختم شريف بخشيائون.

★ موٽندي دوستن جي اصرار تي پاڻ لاهوت لامڪان ترسيا. تقريبًا ٽيهار فوٽ هيٺ غار آهي. جتي رسي جي ذريعي اندر وڃبو آهي ۽ ٻاهر لچبو آهي. پاڻ دوستن سان گڏ غار اندر عجيب و غريب منظر ڏٺائون.

★ ملتان جي تبليغي سفر دوران پاڻ مسڪين پور شريف روانا ٿيا. جتي حضرت خواجه فضل علي قريشيؒ جي مزار مبارڪ تي پهچي ختم شريف بخشيائون. حضرت صاحب جن جي استعمال ڪيل لباس مبارڪ، دستار مبارڪ ۽ نعلين مبارڪ، وار مبارڪ ۽ مراقبي واري تسبيح مبارڪ کانسواءِ ٻين ڪيترن ئي تبرڪات جي زيارت فرمايائون.

★ پاڻ حضرت غوث بهاؤ الحق زڪرياؒ ۽ حضرت شاه رڪن عالمؒ جيڪي حضرت صاحب جن جا ڏوهٽا آهن، انهن جي مزار مبارڪ تي وڃي ختم شريف بخشيائون.

★ لاهور پهچڻ تي پاڻ حضرت داتا گنج بخشؒ جي روضي مبارڪ تي وڃي ختم شريف بخشيائون. لاهور ۾ هڪ تمام وڏو ۽ پراڻو مقام آهي، اتي حضرت مخدوم طاهرؒ جيڪي حضرت مجدد الف ثانيؒ جن جي صاحبزادن جا استاد آهن، پاڻ سندن مزار مبارڪ تي پهچي ختم شريف بخشيائون. ان کان علاوه مغل بادشاهن جي تعمير ڪيل تاريخي بادشاهي مسجد ڏٺائون ۽ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم ۽ اصحابن ۽ بزرگان دين جي مختلف برڪاتن جي پڻ زيارت ڪيائون.

★ راولپنڊيءَ جي تبليغي سفر دوران پاڻ هڪ نهايت ئي خوبصورت بهترين شاه فيصل مسجد جي به زيارت ڪيائون.

★ لاهور ۾ مغل بادشاهن جو تعمير ڪيل شاهي قلعو ۽ ان وقت جا عجيب غريب

# غزليات

تصنيف لطيف حضرت خواجه محمد طاهر بخشي مدظله العالي
المعروف حضرت قبله سجڻ سائين

## ﴿ ڪريمن جا قرب ﴾

تنهنجو پيار پيارا، اڄي ياد جڏهن ٿو،
ٻُلائي ڇڏيان ٿو، ٻين ڳالهڙين کي.
امڙ کان به زياده، آهي پيار تنهنجو،
وساري ويهان ڪيئن، تنهنجن پيارڙن کي.

1- برابر دنيا ۾ ڏين پيار ٿا پر، توجان پيار ڪنهن کي ڏين ڪونه ايندو،
سهڻا تو سين ڪي ڏي تو مڪ نظر سان، ملائي ڳلي ڪيئن ڪوجهن ڪارڙن کي.

2- وڃي غار ۾ تو خدا کي ٻاڏايو، لهي عرش تان پوءِ جبرائيل آيو،
ڪيائين عرض سهڻا ڪنڌ سجدي مان سر، بخشي ڇڏيو رب تنهنجن ٻانهڙن کي.

3- ڏسي ڌيا تنهنجون هي وفائون، ڪيون ٿا اميدون مٺا آخرت جون،
خدا جي حضور ۾ وٺيون نال هلجو، اسان عيبدارن گنهگارڙن کي.

4- ڪرم ڪم آ تنهنجو، ڪرم تو ڪرين ٿو، رحم ڪم آ تنهنجو، رحم تو ڪرين ٿو،
تنهنجي يا حبيبا، آهي خاص خصلت، ڪِلائڻ يتيمن ڇورن ٻارڙن کي.

5- ڪندو تنهنجي مدحت طاهر عباسي، ٻيو خود خدا آ مداح تنهنجو،
لکي ڪين سگهي تنهنجي ثنائي، نه آهي ڪا طاقت اسان يارڙن کي.

## ﴿ سائل جا سڏڙا ﴾

سهڻا سائين يار غفار، بيٺو تو در آهيان سوالي،
مون ۾ آهن عيب هزار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

1- دنيا ساري مون آزمائي، ڪانهي ڪنهن ۾ ڪا به وفائي،
آهي دنيا ساري مڪار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

2- توکان سواءِ ٻي واهه نه آهي، ڪا به ٻچڻ جي راهه نه آهي،
ٻاهه ٻري پئي جاڏي نهار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

3- منهنجي گناهن ڏي نه نهاريو، دل ٽڙي منهنجي جلد جياريو،
نفس ۽ شيطان آهي سوار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

4- تنهنجي در جنهن جهولي جهلي آ، محبت تنهنجي ان کي ملي آ،
رڱجي ويا جي هُيا بڪرار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

5- ڪهڙو ٻي مان عاصي آهيان، نه به عشق تنهنجي جو پياسي آهيان،
قبر حشر ۾ لهجان ۽ سار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

6- تنهنجا ئي آهيون سهڻا سائين، نظر ۾ رکجو قيامت تائين،
سارم تنهنجي هون سائين سردار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

7- محمد طاهر تنهنجو آ خادم، پنهنجي گناهن تي آ نادم،
مهر ڪيو ان تي مهندار، بيٺو تو در آهيان سوالي.

## ﴿ديدار جي دولت﴾

مون ڏي نين نه ڪڻ هڪوار مٺا،
تنهنجو دل سان ڪيان ديدار مٺا.

1- جڏدو ر وئين هت مون کي ڇڏيون، ان ڏينهن رسي ويون مون کان خوشيون
رت ڳوڙهيون رهيون هي منهنجيون اکيون، اچ اڻين ٻڌي تون پڪار مٺا.

2 — ماڻهو مون کي چون ٿا مستانو؛ آهيان مستانو تنهنجو ديوانو،
پلي دنيا سمجهي بيگانو؛ بس تنهنجو ڪيپي هڪ پيار مٺا ـ

3 — مون کان پنهنجا پراوا دور ٿيا؛ دوست دنيا جا مغرور ٿيا،
هيڻو حال ڏسي مسرور ٿيا؛ بس آهيان تنهنجي آڌار مٺا ـ

4 — تنهنجي مجرم هيڻا حال ٿيا؛ هڪ ساعت پا ڇيان سال ٿيا،
اڄ اڳئين ٽي آئين پال ٿيا؛ تو تان گهور وڃان صد بار مٺا ـ

5 — جڏهن ديد ملي تنهنجي ديدن ٿا؛ پلي عيد اها پين عيدن کان،
آهيان مان به تنهنجي غلامن مان؛ ڪر ڪرم ڪو اڪڙين ٺار مٺا ـ

6 — تنهنجو سگدر سهڻا ظاهر آ؛ جنهن جو حال مٺا ظاهر آ،
تنهنجي درجو ادني شاعر آ؛ آهي تنهنجي ٻلي بيڪار مٺا ـ

## ❖ عاصي اميدوار ❖

اڄ راضي ٿيو مون ٽي نامِ خدا،
ٻڌي سائل جي سهڻا سائين صدا ـ

1 — جي تون به ڏکارين نه پوءِ ڪاڏي وينديس؛ هي دفترڪارا ڪنهن کي ڏينديس،
وري وري دلبر تو ڏي اينديس؛ چونه دنيا ڏکاري ڪيو آجدا ـ

2 — ڏسي حال منهنجا مون کي دور نه ڪر؛ عرض عاصيءَ جو منظور تون ڪر
پنهنجي فيض سان جهولي پرپور تون ڪر؛ چونه خاطين ٽي آهيو قرب ڪندا ـ

3 — دنيا ساري مون آزمائي آ؛ سواءِ تنهنجي نه ڪنهن ۾ وفائي آ،
وڃان ڪاڏي نه ٻي واهه ڪائي آ؛ منهنجا آهن سارا عمل ڳندا ـ

4 — تنهنجي قربن جو ڪو شمار نه آ؛ ڏيندو، تو جان پيو ڪو پيار نه آ،
ڪيو ڪنهن کي به تو سهڻا ڌار نه آ؛ ڪيٽي پنهنجي ٻلي سپ ميرا منڌا ـ

٥- هي محمّد طاهر عاصي آ، تنهنجي پيار جو پيارا پياسي آ،
تنهنجي قرب ۾ وڃي دل ڦاسي آ، سڻ مُحبِ خدا منهنجي ميءَ ندا-

## ٭ رمضان جون رحمتون ٭

( ٢٧ رمضان المبارڪ ١٤١١ھ مطابق ١٩٩١ع )

الوداع اي ماه رمضان الوداع،
هڪ دفعو ٻيهر مِلائي شل خدا-

1- الوداع اي عاصين جا آسرا، تنهنجي رحمت ياد ايندي پيئي سدا.
2- آه زاريءَ جا مهينا الوداع، ساه سر سوُ سوُ فدا تو تان فدا -
3- تنهنجي آمد سان ملي رحمت ربي، تنهنجي صدقي رب ڇڏيا بخشي بندا.
4- ڪين ڪئي سين ڪا تلاوت ۽ قيام، بي قدر آهيون نه ڪيوسين حق ادا-
5- نظر رحمت جي ڪندوان تي رحيم، جنهن ڪيو هن ماه کي آخوش ادا-
6- بخش بخشي ڪي اي بخشڻهار تون، ڏڪ نٿي ڏڪ عيب ڪل عاجز سندا.

## ٭ دلبر جي دامن ٭

اسان تنهنجو ٿيو بخت بالا، مليو پاڳين مٺو مصطفيٰ آ،
ٿيندو حامي قبر ۽ حشر ۾، مون کي پڪ آ سڄڻ باوفا-

1- ڪيئن راتو رتو غار ۾ ٿي، "رب هب لي" چيو پيارا پيئي ٿي،
ڪنيو سر سجدي ۾ان تڏهن جانب، بخشي ساري امت جڏهن خدا آ-
2- سهٽي عربي جون هي سڀ وفائون، اسان خاطر سٺيون سڀ جفائون،
ڏسي ڏاڍ يون ڏنگايون اسان جون، ٿيو تڏهن به نه دلبر خفا
3- آهي طاهر عباسي هي تنهنجو، جنهن کي ڪنهن بي بنايو نه پنهنجو،
جهليون وينو آهي تنهنجي دامن، پئي در ڏي ڏسڻ پيي گناه آ-

